# سانجهي سمنڊ سپون



شيخ اياز

سنڌ ادبي اڪيڊمي - ڪراچي

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | سانجهي، سمنڊ سپون |
| ليکڪ | : | شيخ اياز |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | جون ١٩٩٦ع |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ادبي اڪيڊمي |
| ڏس | : | ٥٤٢-سي، بلاڪ-٢<br>پي-اي-سي-ايچ-ايس<br>ڪراچي-٧٥٤٠٠<br>فون: ٤٥٥٤١٨٨ |
| قيمت | : | ١٢٥ رپيا |
| ڪمپوزرس | : | پيس ڪمپوزرس، ١١/٥ آفيس ٽاور،<br>رمپا پلازه، بندر روڊ، ڪراچي.<br>فون: ٧٧٦٢٢٧٢ |
| ڇاپيندڙ | : | وِئل پرنٽرس، ڪراچي |
| آرٽسٽ | : | شعيب ڪيڙو |




# انتساب

سنڌ جي
عظيم انسان
حشو ڪيولراماڻيءَ
جي نالي

شيخ اياز



# سٿاءُ

# سرجڻهار

## ڪرڪنا لاهي، سکد نہ ستا ڪڏهين

ٻوليءَ جي جهولي تيسين خالي رهندي آهي، جيسين ان ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ان کي ادب سان مالا مال نہ ڪندا آهن. ادب جا سرجيندڙ، قلم جا ڌڻي ٿيندا آهن، پر اهو ادب ماڻهن تائين پهچائڻ جو بہ ڪنهن کي پڪو پَهُہ ڪرڻو پوندو آهي. ان پڪي پَهہ کي توڙ تائين رسائيندڙ، ڇاپيندڙ ۽ ڇپائيندڙ ٿيندا آهن.

اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ قلم ڌڻين جي کوٽ نہ اڳ رهي هئي ۽ نہ هاڻ ئي ڪا کوٽ آهي. اڃا بہ انهن ۾ اڳ جي ڀيٽ ۾ واڌ ٿي آهي ۽ واڌارو ٿيندو رهي ٿو. اها پنهنجي جاءِ تي ٻوليءَ لاءِ چڱي ڳالهہ ضرور آهي. پر اسان وٽ ايترا ادارا آهن ئي ڪونہ جيڪي انهن جي چونڊ ڇاڻ ڪري، وقت سارو ڇپرائي، ماڻهن لاءِ لکيل، ماڻهن جي امانت، ماڻهن تائين باسلامت رسائي سگهن.

سنڌي ادبي ادارن جي کوٽ اڳ بہ محسوس ڪئي ويندي هئي، اڄ ويهين صديءَ جي پڇاڙي ۾ بہ اهائي حالت جيئن جو تيئن ڄاتي وڃي ٿي.

اسان اهڙين نڪور لکڻين کي، ڪڏهن ڪنهن عالمي ادب جي شهڪار کي پوءِ ان ۾ ادب سان لاڳاپيل هر صنف کي، ڇاپي، ماڻهن تائين پهچائڻ جو پڪو ڪيو آهي. ان لاءِ اسان شروعات ڪرڻ لاءِ شيخ اياز

جي لکڻيءَ کي اهميت ڏني آهي. شيخ اياز هن وقت نہ صرف سنڌي ٻوليءَ جو وڏو شاعر، اديب ۽ ڏاهو آهي پر اڪ وتائي ڏسبو تہ ننڍي کنڊ جي ڳاڻ ڳڻين اديبن مان هڪ آهي. اها اسان جي ٻوليءَ ۽ ڌرتيءَ جي خوش قسمتي آهي جو هُن جهڙو شاعر، لڳ ڀڳ اڍائي سؤ سال، يعني شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کان پوءِ، نصيب ٿيو آهي. اسان سنڌس قدر ڪندي، سنڌس نڪور شاعريءَ جو هي ڪتاب، "سانجهي سمنڊ سِپون" سنڌ ادبي اڪيڊمي پاران ڇپرائي پڌرو ڪري، اوهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. اها ڪوشش ڪيتري حد تائين ڪامياب وئي آهي، ان جا پارکو اوهين پڙهندڙ آهيو. هن اداري کي سنڌ جي هر سڄاڻ، ادب دوست ۽ پڙهندڙ جي سهڪار جي بيحد ضرورت آهي. پڙهندڙ جي سهڪار کانسواءِ ڪوبہ ادارو پاڻ پيرو ٿي نہ ٿو سگهي. اسان اوهان ۾ چڱي اميد رکي. هن ميدان ۾ وکون کڻڻ جي شروعات ڪريون ٿا. آس اٿئون تہ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا ۽ ادب دوست ساٿي اسان کي مايوس نہ ڪندا. اسان بہ اوهان سان اقرار ٿا ڪريون تہ پنهنجي وٽ آهر قدم کي اڳتي وڌائيندا رهنداسون.

آخر ۾ اسان لکندڙ، پڙهندڙ، پارکو ۽ ادب جي ساڃاهہ رکندڙن کي وينتي ڪرڻ گهرون ٿا تہ هو اسان جي وِک سان وِک ملائين، ۽ پنهنجي راءِ ۽ مشورن سان اداري کي وڌيڪ سنوارڻ ۽ سڌارڻ جون صلاحون ڏيندا، جيئن اسان پنهنجي سفر ۾ ساٿين کي ساڻ ڪٺي هلي سگهون. اسان اهڙن دوستن کي نينڊ ٿا ڏيون، جن وٽ معياري ڪتابن جا مسودا هجن تہ اسان سان لاڳاپي ۾ اچن.

اســـان امـــيـــد جا ڏيـئـــا
گـل تـہ ڪـنـدا ئـي نـاهـيـــون.

**ستار**




مئٽرڪ تائين مون کي عمر خيام جون اڪثر رباعيون ياد هونديون هيون، جن مان هيٺين رباعي منهن جي دماغ ۾، ڀي ڪنهن رباعيءَ کان وڌيڪ ڪنهن گهنڊ وانگر گونجندي هئي ۽ وڌيڪ جهنجهوڙيندي هئي:

دنيا بہ مراد رانده گير آخرچہ۔
وين نامہ ء خوانده گير آخرچہ۔
گيرم کہ بکامِ دل بہ ماندي صد سال،
صد سال دگر بہ مانده گير آخرچہ۔

(ترجمو:- دنيا تو مراد موجب هلائي پر آخر ڇا؟
هن زندگيءَ جو پيغام تو پڙهيو پر آخر ڇا؟
مون مڃيو تہ تون سوَ سالن تائين جيئرو رهيو آهين،
سؤ سال ٻيا بہ جيءُ پر آخر ڇا؟)

اهو آخر ڇا وارو سوال، ساري زندگي منهن جو پيڇو ڪندو رهيو آهي، ۽ منهن جي روح کي بيچين ڪندو رهيو آهي. پر مان ان جو جواب ڏئي نہ سگهيو آهيان. جڏهن جدلياتي ماديت ۾ اعتبار هو تڏهن مان اشتراڪي حلقي جو همسفر هوس. اُن وقت منهن جو ڌيان ڪجهہ وقت لاءِ انهيءَ سوال تان

هتي ويندو هو ۽ دنيا جي گوناگون مسائل ۾ رڌو رهيس، پر اشتراڪيت جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ مان ان تي سوچڻ لاءِ مجبور ٿي ويس تہ ادب جي سياست سان وابستگيءَ جا معنيٰ رکي ٿي؟

مان "شاهہ، سچل، سامي" سيمينار تي صدارت لاءِ ڀارت ويو هوس، تڏهن بمبئيءَ ۾ قيام جي دوران ڀارتيہ ساهتيہ اڪادمي جي آفيس ۾ بہ ويو هوس، جتي منهن جو دوست، سنڌيءَ جو مشهور ناول نويس ۽ نثري نظم جو شاعر شيام جئسنگهاڻي ڪنهن اهم عهدي تي فائز هيو. اتي مون هُن کي ساهتيہ اڪادميءَ جي ڇپيل اردو ڪتاب ڏيکارڻ جي فرمائش ڪئي. هن ٻين ڪتابن سان گڏ قوم پرست شاعر چڪبسُت جي نظمن جو مجموعو بہ ڏيکاريو ۽ چيو تہ تون ڏهون ماڻهو آهين جو هي ڪتاب خريد ڪري رهيو آهي. جيتوڻيڪ هن ڪتاب جون ڏهہ هزار ڪاپيون ڇپيون آهن. چڪ بست ڪانگريس تحريڪ سان وابستہ هو ۽ هُن نہ ٿي چاتو تہ هندستان جي آزاديءَ ڪان پوءِ ڪانگريس جا اڳواڻ نهروءَ ڪان پوءِ ايترا چور، رشوت خور ۽ بد ديانت ماڻهو ٿيندا. پڳت سنگهہ ۽ چندر شيکر آزاد جي موت وانگر هن جي شاعري بہ اجايو موت مري وئي.

هڪ ڀيري مان حيدرآباد مان ريل رستي سکر وڃي رهيو هوس ۽ وقت گذارڻ لاءِ مان ويٽنگ روم جي ڀرسان ريلوي جي بوڪ اسٽال تي وڃي ويٺس. مون ڏٺو تہ مولانا ظفر علي خان جي شاعريءَ جا چار ڇِصا ڪبٽ ۾ پيا ها ۽ انهن تي بيشمار مکين جا نشان ها. مولانا ظفر علي خان لاهور جو مشهور شاعر ۽ صحافي هو ۽ هن جو نالو نهايت ادب سان ورتو ويندو هو. هن جي شاعري مسلم ليگ سان واڳيل هئي، پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اها بي معنيٰ ٿي وئي. منهنجي پڇا تي بُڪ اسٽال واري ٻڌايو تہ هي ڪتاب ڇهن سالن کان منهنجي الماريءَ ۾ پيو آهي. رڳو اوهان ان جي پڇا ڪئي آهي. بمخالف انَ جي ٽئگور جي شاعريءَ ۾ هڪ بہ نظم وطن پرستيءَ تي آهن. علامہ اقبال جي شاعري فقط اسلام جي احياءَ تائين محدود آهي.

ڀٽائيءَ جي ساري رسالي ۾ فقط هڪ سٽ سنڌ جي باري ۾ آهي: "سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار." ساري رسالي ۾ سنڌي عوام جي ڏک درد جي عڪاسي تہ آهي، پر ڪائي نعري بازي نہ آهي ۽ رسالي ۾ ان

متئين ذڪر ڪيل عمر خيام جي رباعيءَ واري ڪيفيت آهي. "آءُ نہ گڏي پرينءَ کي، تون ٿو لهين سج" واري ڪيفيت جا روح کي لرزائي ڇڏي ٿي.

اشتراڪي انقلاب جي ناڪاميءَ کان پوءِ روس جي مائڪو وسڪي يوگو سلاويا جي اتيلا جوزف ۽ چيڪو سلو واڪيا جي سيفرت جهڙا شاعر انقلاب سان گڏ لڙهي ويا. آڊن ۽ اسٽيفن اسپينڊر جي ان دؤر جا شاعر ها، ۽ ڪنهن وقت اسپين ۾ بين الاقوامي برگيڊ ڪي همتائي رهيا ها پر جنرل فرانڪو جي اقتدار جي طويل عرصي سبب هنن جي شاعري معنيٰ وڃائي ويٺي. يا سر عرفات جڏهن اسرائيل سان ٺاهہ ڪيو تہ محمود درويش جي شاعريءَ کي ڪير اهميت ڏيندو؟ انٽر نيشنل برگيڊ جي ساري دانشور لڏي مان فقط هيمنگ وي ۽ آندري، مالرو کي پائندگي حاصل ٿي، ڇو تہ انهن جي ڪجهہ ناولن ۾ اسپين جي خانہ جنگيءَ جو پس منظر تہ هيو پر زندگيءَ جي گهڻ رخي مسئلن تي بہ گهري نگاهہ هئي. آندري مالرو آرٽ جووڏو نقاد ۽ هيمنگ وي هڪ عظيم افسانہ نويس بہ هو.

آئرلينڊ جي انقلابي شاعرن جي شاعري، آزادي ۽ امن جي اعلان کان پوءِ کهڙي ڪاتي ۾ آئبي، جن فقط نفرت ڦهلائي هئي. اهڙي طرح اهڙن فلسطيني شاعرن جي حريت پسند شاعري جنهن جو بڻ بنياد اسرائيل لاءِ نفرت ۾ هو، اها شاعري ياسر عرفات جي اسرائيل سان ٺاهہ کان پوءِ کهڙي اهميت جي حامل آهي.

شاعريءَ جي سياسي وابستگي انت شاعريءَ لاءِ خودڪشي ثابت ٿئي ٿي. اسان کي جيئي سنڌ تحريڪ مان ڇا حاصل ٿيو؟ اچوڪي ذهني افراتفري ۽ ڪشاڪش ڏسي، شاعريءَ جي وابستگيءَ تان ٺي ارواح ڪڇي ويو آهي. ها، جي شاعر ڪنهن بہ سياسي تحريڪ سان ڪائي وابستگي، بحيثيت انسان جي ڏيکاري تہ اها هن جي مرضي، پر پوءِ پل تہ هن جي شاعري چڪبست ۽ ظفر عليٰ خان وارو موت مري وڃي.

شاعر جي پنهنجي حُسنِ تخليق کي ابديت بخشي تہ اها انسان ذات جي لاءِ فرحت بخش ٿِي ۽ دنيا جي هر رنج و صحن ۾ ڇپر ڇانوَ ٿئي ٿي جيئن هو تازهہ دم ٿي اڳتي وڌي.

هاڻي انهن اسٽالن پرائيز حاصل ڪندڙ ڪتابن تي منهن جي لئبريريءَ ۾

مٿي چڙهي وئي آهي. اڄڪلهه ”ڏاڻ وهندي رهي“ جي مصنف ۽ ٻين ڪتابن ”اڻ ڪيڙيل زمين“ ۽ ”ماٺهو“ جي مصنف ڪِيَ ڪير ٿو پڙهي؟ اهو ڪتاب سائبيريا ۾ بالشويڪن جي انڌير نگريءَ جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ اڄهامي ويو ۽ پنهنجي معنيٰ وڃائي ويٺو. پاسترنڪ جي ناول ”ڊاڪٽر زواگو، توڙي اُن دؤر جي تاريخ آهي، پر اهو ناول تاريخ جي ازليٰ حقيقت جي جستجو ۾ نظر اچي ٿو. هو لکي ٿو: ”اسان ڪنئين زندگي، عشق، حسن، موت، ازل ۽ ابد، دنيا کي بدلائڻ جو ڪم اسان جو نه آهي.“

مان انساني برابريءَ جي بلڪل خلاف نَه آهيان ۽ استحصال جي خلاف جيتري نفرت مون کي آهي اوتري ورلي ڪنهن اديب کي هوندي، معاشي انصاف هر ڪنهن جو حق آهي، اهو ئي هڪ فلاحي مملڪت جو نصب العين آهي. منهنجو اسڪئنڊي نيويا ۾ فلاحي مملڪت تي هڪ ڊگهي مضمون لکڻ جو ارادو آهي. مون کي علم، ادب ۽ آرٽ تي پابنديءَ کان بيحد نفرت آهي، ڇو ته اهائي منهنجي زندگي آهي. انساني اقدار، سچ، محبت، ديانت داريءَ، عزتِ نفسيءَ، دوستيءَ وفا وغيره مستقل آهن. مستقل اقدار مون کي پيارا آهن جي سياست جي نالي ۾ انقلاب آڻنو هجي ته اديب سدو سياست ۾ اچي ۽ ادب ۽ آرٽ کي عارضي واقعن ۾ نه وچڙائي. ڇو ته انهن واقعن جي گذري وڃڻ سان هن جي تخليق جي اهميت نه ٿي رهي. جي هو پنهنجي چوڌاري ماحول کي نظرانداز نه به ڪري ته هن جي تخليقي ڪارنامي کي هسپانوي مصور گويا وانگر حسن جي تخليق کي اوليت هئڻ گهرجي. انڪري ميراجيءَ جا گيت ۽ فيض جي شاعري دؤرِ جديد ۾ اردوءَ جي بهترين حاصلات آهي. پهريون هر سماجي مسئلي کان پري رهيو ۽ خوبصورت شاعري ڪيائين ۽ ٻيو قومي ۽ بين الاقوامي سياسي وڳوڙ ۾ وچڙيل رهيو پر پنهنجي آرٽ کي اوليت ڏنائين. هن جي ساري شاعريءَ ۾ حافظ جو ترنم آهي ۽ هن جي علامتن جو هڪ پنهنجو خوبصورت تاجي پيٽو آهي.

منهنجي مرحوم بزرگ دوست ڊاڪٽر مهڪري مئي ١٩٣٨ع ۾ مون کي هئمبرگ جي خلاصي يونين جي سيڪريٽري جنرل جي آتم ڪهاڻي ”رات مان ٻاهر“ (Out of the night) ڏني هئي. جنهن ۾ اسٽالن جي دؤر ۾ هن ۽ سندس زال تي ڪيل ظلم جا لرزه خير داستان ها. هر اشتراڪيءَ جي اها

روايت رهي آهي ته جڏهن هو پارٽيءَ کي بيزار ٿي ڇڏيندو آهي ته هڪ آتم-ڪهاڻي پنهنجي ردِ عمل لاءِ جوازِ پيدا ڪرڻ لاءِ ضرور لکندو آهي. مون اهڙو هيو ڪتاب ڪافي سال اڳ "خدا جوناڪامياب ٿيو" (God That Failed) پڙهيو هو. جنهن ۾ اهم اشتراڪيت پسند اديبن، اشتراڪيت لاءِ مايوسي ڏيکاري هئي. انهن اديبن ۾ رومين رولان ۽ آندري ييد جهڙا عظيم ناول نگار ها. مون انگلينڊ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اخبار "روزانو مزور" (Daily Worker) جي ايڊيٽر ڊگلس هائيڊ، آمريڪا جي مشهور اشتراڪي ناول نويس هاورڊ فاسٽ جي آتم ڪهاڻي به پڙهي، اهڙيءَ طرح پاسترنڪ ۽ سولزي نتسن جا ڪتاب به پڙهيا آهن، سولزي نتسن روسي سماج تي ڪاري وار ڪيو ۽ يو- ايس-ايس آر جي ڊهڻ ۾ هن جو به وڏو هٿ هيو، پر انهن مان ڪيترائي اديب جي اشتراڪيت مان بيزار ٿي پيا، انهن عيسائيت جي اخلاقي اقدار ۾ پناهه ورتي، رڳو انگريزي شاعر استيفن اسپينڊر ڪجهه وقت ڪان پوءِ آمريڪا وڃي "هري ڪرشنا هري راما" تحريڪ ۾ شامل ٿيو.

هندستان جي مشهور ناول نگار ۽ شاعره امرتا پريتم ۽ "مئن آکان وّارث شاهه نون" جهڙي عظيم نظم جي خالق نه رڳو اشتراڪيت کان ڪناره ڪش ٿي وئي پر جوتش ۽ پُنرجنم ۾ فرار ڳوليائين.

اشتراڪيت جي بنيادي فلسفي جا جڏهن ڪچا بنياد ظاهر ٿيا ۽ ساري عمارت ڊهي ڍير ٿي پئي ۽ جڏهن گوربچوف پنهنجي ڪتاب پيرسترونڪا ۾ مڃيو ته پيو ته نهيو پر هُو اقتصادي طرح به ناڪام ٿيا آهن، تڏهن منهنجي پيرن هيٺان زمين ٿي نڪري وئي ۽ مون کي هڪ زلزلي وانگر ڌوڏي وڌائين. هاڻي جڏهن روس ۾ ڪميونسٽ پارٽي اليڪشن ذريعي اقتدار ۾ آئي آهي ته ڏسجي ته ان جو به ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وارو حال ٿئي ٿو يا نه؟ لينن ۽ هن جي معاصرن ۾ ڪوئي آدرش شعله افروز هيو. هاڻي ته چٽنگ وڃي رهي آهي، ڏسجي ته اها ڦوڪ سان ٻري ٿي يا نه!

ان ڪانپوءِ مان واري واري سان بيمار ٿيندو رهيس ۽ دل جا دورا پيا، پر قدرت منهنجي روح کي ايتري بي پروائي ڏني جو هر دل جي دوري وقت مان ائين سمجهندو هوس ته مان واڳونءَ جي وات ۾ آرام ڪرسيءَ تي ليٽيو پيو

آهيان. بيمارين دوران منهنجو دماغ، بقول ووزني سينسڪي هڪ اليڪٽرڪ شيور (Electric Shaver) وانگر هلندو هو ۽ خدا، ڪائنات ۽ مذهبي اقتدار تي غور فڪر لاءِ مون کي ڪافي وقت مليو. مون خدا جو پنهنجو تصور روزاني برسات ۾ ڇپيل هيٺينءَ دعا ۾ ڏنو هو:

تون جو ازل کان ابد تائين روان دوان بہ آهين ۽ ڇَرين پرين بہ نہ ٿو.
تون جو ڪهڪشان کان دور بہ آهين ۽ رڳِ گردن کان بہ ويجهو آهين
تون جو هن ڪائنات ۾ آهين ۽ ان کان ٻاهر بہ آهين
تون جو منهنجي حياتيءَ جي فلسفي جو نچوڙ آهين
۽ منهنجي محبت جي انتها بہ آهين
مان توکي فلسفي جي تخيل تائين
محدود رکڻ نہ ٿو چاهيان
۽ تنهنجي اڳيان سر بسجود ٿيڻ ٿو چاهيان
مون کي ايتري ڏات ڏي تہ مان تنهن جي وحدت الشهود
۽ وحدت الوجود جي شعور ۾ تضاد مٽائي سگهان!
مان فلسفيءَ، عام آدميءَ ۽ صوفيءَ جي سوچ ۾خاتمو آڻي سگهان
جا مونجهارا پيدا ڪري رهي آهي!
اهو تخيل تہ سڀ تو ۾ آهي ۽ سڀ ۾ تون آهين
۽ پوءِ بہ سڀ کان الڳ آهين،
آءُ ملائي سگهان،
۽ تو اڳيان دست بدعا ٿي
مشڪلات ۾ مدد گهري سگهان
يا رب! تو اها ڏاهپ ڪنهن ڪنهن کي ڏني آهي
مون کي ٻيو ڪجهہ نہ گهرجي.

مون اسپتال جي ڪمري ۾، انسان، ڪائنات، انساني اقدار ۽ تقدير تي ڪافي سوچيو ۽ اشتراڪيت کان مايوس ٿي، منهن جو مذهبي اقتدار ڏانهن لاڙو لازمي هو. پر خدا جي تصور ۾ مستغرق رهڻ جي باوجود مون ۾ ڪنهن لاءِ بہ نفرت نہ آهي، منهن جي دعائن جي ڪتاب مان ظاهر آهي تہ دعائن

لکڻ وقت مون پوريءَ انسان ذات کي ڌيان ۾ رکيو آهي. هن ڪتاب ۾ منهنجا بيت" آتي اور الله سان"، ڪنهن به ساڄي ڌر جي سياست سان واسطو نه ٿا رکن نه مون اهڙي ڪنهن پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي آهي ۽ نه ايئن ڪرڻ جو ارادو اٿم. دراصل مان سياست کان هميشه جي لاءِ ڪناره ڪش ٿي چڪو آهيان ۽ سنڌ کي فقط ادب جو لوڙهو ڏئي رهيو آهيان، جيڪو ڪوبه غير يا غنيم ٽپي نه سگهندو.

مون علي هجويريءَ جي ڪتاب "ڪشف المحجوب" ۾ ڪٿي پڙهيو هو ته ڪوئي جاگيردار پنهنجي جاگير تي آيو ته پنهنجي هڪ هاريءَ ۽ ان جي خوبصورت زال تي نظر پيس. هارياڻي هن جي دل ۾ تير وانگر کپي وئي، ته هن هاريءَ کي ڪنهن بهاني زمين کان پري موڪلي ڇڏيو ۽ جڏهن هن جي زال کي اڪيلو ڏٺائين تڏهن هن کي چيائين ته "پنهنجي گهر هل." پوءِ هن ان عورت کي چيو ته :"سارا دروازا بند ڪر." ان تي هن عورت جواب ڏنس ته مان "سارا دروازا ته بند ڪري سگهان ٿي سواءِ هڪ دروازي جي ۽ اهو تون به بند ڪري نه ٿو سگهين." جاگيردار حيرت ۾ اچي هن کان پڇيو ته: "اهو ڪهڙو دروازو آهي جيڪو مان به بند ڪري نه ٿو سگهان؟" ان تي ان عورت وراڻيس ته: "منهنجي ۽ الله جي وچ وارو دروازو جيڪو ڪوئي به بند ڪري نٿو سگهي." جاگيردار شرمسار ٿي پٺ تي موٽي ويو. جڏهن اِهو دروازو ڪنهن تي کلي ٿو پوي ته هن کان دنيا ۽ مافيها وسري وڃي ٿي، ان استغراق جو اظهار منهنجي شاعريءَ ۾ آهي. مان هڪ ڪمزور انسان آهيان، پر اها ازلي قوت جا منهنجي شاعريءَ ۾ سرايت ڪري وئي آهي، مون کي وري وري نئين زندگي ڏئي رهي آهي. ڇو، اهو مان ڪيئن ٻڌايان! منهنجا دوست ان کي ذهني الجهاءَ چوندا آهن پر دراصل اهو ذهني سلجهاءُ آهي. مڪافاتِ عمل جو خوف، ڪائنات جي پنيان ڪنهن ابدي شعور ۾ اعتبار ڪنهن به انساني قدر جي منافي نه آهي، اٽلو انهن ۾ يقين پختو ڪري ٿو، اهو اعتبار ڀٽائيءَ ۾ به هو، ڪبير ۾ به هو، حافظ ۽ ايران جي ٻين عظيم شاعرن ۾ به هو. عربي شاعر المتنبي ۾ به هو ۽ انگريزيءَ جي شاعر ۽ وليم بليڪ ۽ ٽئگور ۾ به هو ۽ آهي شايد حافظ جي انهيءَ شعر واري ڪيفيت جا قائل ها ته:

فــاش مــي گـــويم واز گـــفـــتـــهء خود دلـــشـــادم
بـــنـــده، عـــــشـــــقــــم وازهـــر دو جهــــان آزادم

ترجمو: (مان ڪلم ڪلا چئي رهيو آهيان ۽ پنهنجي چوڻ تي خوش آهيان، تہ مان عشق جو بندو آهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان.)

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ شاعريءَ کي پنهنجا لوازمات آهن، غالب چيو آهي:

هر چند هو هو مشاهده حق کی گفتگو
بنتی نہیں ہے ساغر و مینا کہے بغیر-

مولانا شبلي نعمانيءَ جي ڪتاب "الغزالي" ۾ صفحي ۴۲ ۽ ۴۳ تي آهي: "امام غزاليءَ جي زماني ۾ سلجو قين جي ڪري فارسي شاعري پنهنجي شباب تي پهچي ويئي هئي ۽ شاعريءَ جو مذاق قوم جي رڳ رڳ ۾ رچي ويو هو. امام صاحب شاعر تہ نہ هو پر ڇاڪاڻ تہ وقت جي تقاضا ۽ طبيعت جو لطف ٻئي ڪنا تي ويا ها، هو چپ بہ رهي نہ ٿي سگهيو. ان زماني ۾ شاعريءَ جي ٻن صنفن ڏاڍي ترقي ڪئي هئي. قصيدو ۽ رباعي، پر قصيدو ۽ مدح خوشامد لاءِ مخصوص ٿي ويا ها. ان ڪري امام صاحب جي شايانِ شان نہ هئا. جيتوڻيڪ رباعي هن جي مزاج جي مطابق هئي، حضرت سلطان ابوالخير رباعيءَ کي حقائق ۽ معارف جي اظهار جو ذريعو سمجهيو هو. عمر خيام خود امام صاحب جو همعصر هو ۽ هن جو ان دربار سان تعلق هو جنهن سان امام صاحب وابستہ هو. امام صاحب ڪڏهن ڪجهہ چوندو هو تہ رباعي چوندو هو. هن جون ڪجهہ رباعيون "مجمع الفصحا" ۽ "روزات الجنات" مان نقل ڪيون ٿا. امام صاحب هڪ رباعيءَ ۾ هي خيال ادا ڪيو آهي تہ ارباب ظاهر کي حقائق جو پتو نہ آهي:

بـــاجامــــــــــ نمــــازي بــــسر خم ڪـــــرديم،
وز آبِ خرابــــاتِ تــــــيــــــــــمم ڪــــرديم-
شـــايـد ڪـہ درايـن مـــيـــڪـــده ها دريـابـــيـم
آن يـار ڪـہ در صـــومـــعــــ هـا گـم ڪـوديم-

تـرجمـو: (جمـاعـت سـان نماز ۾ سـرجهـڪـايـو سين
۽ خرابات جي پاڻيءَ سان تيمم ڪيوسين،
شـــايـد هـــن مـــئـــڪـــدي ۾ مـــلـــي وڃي.
اهـو يـار جو خانـقـاهـن ۾ گـم ڪـيـوسـين.)

”منهنجي خيال ۾فقط عشق ئي موت جي شڪست آهي. ٻيو سڀ خاڪ آهي، خواب و خيال آهي، پاڇا آهي، دونهون آهي، هر شيءِ اڏامي ويندي ۽ اسان موت اڳيان هشيار ٿنا ڪري بيوس بيٺا هونداسين.“ ياد نہ ٿو اچي تہ مٿين ڳالهہ ڪنهن چئي آهي، منهن جي اڻ ڇپيل پنجن ڇهن ڪتابن ۾ انهيءَ فنا پذيريءَ جو ڀرپور اظهار مليو ٿو. مون ڪان منهنجا اڳيان ڪجهہ پيارا دوست اختلاف جي ڪري ڇڄي ويا آهن، پر انهن ۾ بہ انسانيت لاءِ احترام جو ڀرپور اظهار آهي. هنن کي فقط ڀٽائيءَ جي عظيم ترين سٽ، ”جان جو ويهي پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ“، واري جهاتيءَ جي ضرورت آهي.

آخر ۾ مان فقط اهو چوندس تہ هي شاعريءَ جو ڪتاب آهي ۽ ان کي فقط شاعريءَ جي ڪسوٽيءَ تي پرکي ڏسجي، پر نظر ئي جي عينڪ سان نہ ڏسجي. شاعري انسان ۾ ولهار تي ايندي آهي ۽ سدا سائي رهندي آهي. نظريا سڪل ڪک پن ٿي ويندا آهن. ٽراٽسڪيءَ جي مٿي تي واهولي جي هڪ ڌڪ هن جي نظرئي کي ڇٽي وڌو، جيتوڻيڪ هن جي نظرئي جا ڪجهہ ديوانا مداح اڃا بہ آهن جي ڳالهہ هن کي سراسر غلط ۽ ترميم پسند (Revisionist) ۽ انقلاب جو غدار چوندا ها.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ شاعريءَ مون لاءِ هر لا حل مسئلو حل ڪيو آهي، ۽ اها ”خيام واريءَ آخر ڇا“ جو جواب آهي ۽ منهنجي زندگي هڪ سواليہ نشان تي پوري نہ ٿيندي. شاعريءَ لاءِ مون ۾ جنون جي حد تائين لڳاءُ آهي، جيئن مائيڪل اينجلو ۾ مصوريءَ لاءِ هوندو هو ۽ سستين چئپل ۾ ڪروبين، بي بي مريم ۾ حضرت عيسيٰ جون ۽ انجيل مان ٻيون تصويرون ڪيندو هو ۽ صنم تراشي بہ ڪندو هو يا ونسينٽ وان گوگ وانگر آهي جو ٻيون وچ سمنڊ جي ڪنهن ٻيٽ ۾ سورج مکيءَ جا کيت چٽيندو هو جڏهن سج ٿامٽي هٽي ويندو هو.

شاعر لاءِ شاعريءَ ۾ ئي نجات آهي، پوءِ هو بقولِ غالب ”رسوم و قيود“ جي حدن اندر هجي يا نہ، شاعري مقصد بالذات آهي پر ذريعو نہ آهي. ڪنهن بہ سياستدان کي ان سان هٿ چراند جي وٺي نہ ڇڏي وڃي.

شاهہ جهان ڪنهن درويش ڏانهن قاصد هٿ چوِرائي موڪليو هو تہ هُو سندس دربار ۾ اچي، جواب ۾ درويش ڪيس پنهنجو هڪ شعر لکي موڪليو هو:

دنـيــــا اگـــــر دهــنــد نـــ خيـــزم زجائـــي خويــش
مـــن بـســـة ام حــنــائيي تـــوكـــل بـــ پـائـــي خويـــش-

ترجمو:- (جيڪڏهن دنيا ڏين تہ بہ مان پنهنجي جاءِ تان نہ اٿان.
مون پنهنجي پيرن تي توڪل جي مينديءَ لائي ڇڏي آهي.)

اها آهي شاعريءَ جي دين، انا، سرمستي، خود اعتماديءَ پنهنجيءَ ذات ۾ اعتبار جو تخليق جو سرچشمو آهي ۽ شاعريءَ جي آزاديءَ جو ڀرپور اظهار آهي ۽ جنهن ڪان سوا آرٽ روح جو فالج آهي. شاعر سياست دان ڪان گهٽ اڳي سماجي ڦير گهير ڏسي سگهندا آهن. غالب چيو آهي:

راه زيـــن ديـــده وَران پُرس ڪـــــ در گــــرم رَوي،
جاده چون نـبـضِ تـپـــان در تنِ صـــحـــرا بـيـنـنـد.

(راهـ اُنهـن ڏاهن ڪـان پڇ جي پنهـنجي گـرم رفتاريءَ ۾
رستو صحرا جي تن بدن ۾ ڪنهن ٽپندڙ نبض وانگر ٿا ڏسن)

رڳو شاعر ڪي بحيثيت شاعر جي ڪنهن تحريڪ يا سياسي تنظيم سان پنهنجي شاعريءَ کي وابستہ ڪرڻ نہ گهرجي.

**شيخ اياز**
**٧ مئي ١٩٩٦**


٢٧-اي، پرنس ڪامپليڪس
ڪلفٽن روڊ- ڪراچي



ڪا تہ ٻي نوري ڏني مون ڪالهہ ڪينجهر جي ڪناري،
چانوري ۾ شام ٿي وئي.
ڪئن تماچي تَڙ ڏٺيءَ جي تات ڪي ڪا مُنڌَ تاري.
سجُ ڪينجهر ۾ لهي ٿو چڻ تہ وَڻ جا ڏار ڏاري،
روشني جنهن جي پَئي ٿي هيٺ پاڻيءَ مان نهاري،
پيار لئہ ٿو پيارُ تاڙي سار ڪي سارَ ساري.
چانوري ۾ شام ٿي وَئي.





تِر مِرائــي ٿــي نــدي؛

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!

چيــٽ ۾ ٿــا ڇهــڇائــن، پــاٽ تــي اُڏري پکِي!

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!

چن تــہ ســائــي پَنَ وانــگــر آهــہ، ســاري زنــدگــي،

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!

تــون اڃا ڇو بســتــري ۾، صــبــح ٿــيــو آهــي، اُٿــي!

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!

رات جا گــذري وئــي، ســا مــوت جي ڪــاتــي وَئِي،

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!

نــنــڊ ڪــيــئــنءِ گــهــنــڊ آهــي، لاڙ تــوتِن ٻُڌي؟

سجَ جا تِڙڪا پون ٿــا!





هـــي ســـــرءُ جو وائـــرو،

ڪانوَ ڪان ڪَن پيا.

هي هوا جو سرد جهونڪو، چڙ تہ ڇاتيءَ ۾ ڇُرو!

ڪانوَ ڪان ڪَن پيا.

ڇَنَ ۾ مون کي ڇُپائي، ڪاش ڪوئي گهٽگهرو!

ڪانوَ ڪان ڪَن پيا.

چنڊ مـــان ڪـيـڙا ڪرڻ، ٿـا وقـت ڪـيـڏو آ بُرو!

ڪانوَ ڪان ڪَن پيا.

پنڌ اڳتي ڪونہ ٿـو ٿـئي، آهـہ پـٿـر جئن مُرو،

ڪانوَ ڪان ڪَن پيا.





پنهنجي پڃرن ۾،

روز وڪامن ٿا!

گيت ٻُرن ٿا چڻ تہ اچا ڪي، تِن جا پن پن ۾!

ٻوليندا ها ٻولڙيون سي، لڙڪي لامَن ۾.

ڪوئي ڳولي ٿو پيو تِن کي، ڀٽڪي بَن بَنَ ۾.

ڇا جي لاءِ ڇُپي ويا آهن هي، پنهنجي مَن ۾؟

ڇُپِ ڇوڏاري ڇانئي آهي، تِن ٻِن چڻ کَن ۾!





ڳاڙهو هيڊو آسمان،

ڪسانو لنون ٿا.

ڪَڪِي نِم اُنهيءَ جي هيٺيان آهه سَرءُ سنسان،

پَنَ ڇڻن ٿا.

واءُ اُتر جو، ڦيرائيون ڏي جنهن ۾ جڳُ جهان،

وَڻ لڏن ٿا.

رُت جو ڦيرو، منٿيءَ گهيرو، سارو ڪونُ مڪان،

ساٿِ ڦِرن ٿا.

هاءِ حياتي! موت ڇڏيو آ ڪنهن جو نانءُ نشان؟

ڏينهن ڪٽن ٿا.

ڪي ڪيئن مَرن، ڪي ڪيئن مرن سڀ نيٺ ٺٽن ٿا.

سڀ نيٺ ٺٽن ٿا.





ٿا اڏامن ڪوڪڙاٽَ،

ڦيـــــرَ ڪَن ٿـــا.

ٻُڏ تہ ڊوري تي هوا جا سيـــسرات،

ڦيـــــرَ ڪَن ٿـــا.

لَٽڪ ٻَن ٻَن جي مٿـــان آ جڻ تہ مبات،

ڦيـــــرَ ڪَن ٿـــا.

رَتُ ٻـاٽيءَ ٻـاتُ تي آ، رَتُ گهـــاتَ،

ڦيـــــرَ ڪَن ٿـــا.

جُهـــڙ ڪئي آ آيَ ۾ ڪيـــڏي لڙاتَ

ڦيـــــرَ ڪَن ٿـــا.





★ اندلبٹه جنِ تي ڪٽني ٿَي، سَي ٻہِر قلڙيون تہ ڏِسِ!
وَنَ ڏس وڻـــراهـــ جا!
ائـن اَٿـي جو واءُ تِن تـَي، جِسُ ڳولي جيئـن جِسُ.
وَنَ ڏس وڻـــراهـــ جا!
اوچتو ڪڪريون هَٽائي آهہ نَڪتو سجُ سِسُ.
وَنَ ڏس وڻـــراهـــ جا!
لڙڪ آٿي سار ڪنهنجَي، ٿَي چوي مَن ڪي تہ قِسُ.
وَنَ ڏس وڻـــراهـــ جا!



---

★ انگريزي مصور ڪنستيبل جي پينٽنگ "Land scape and Rain bow" کان متاثر ٿي.



آهه آهَن منجهه پاڻي، آءُ گهوڙي ڪنّي پيارِ،
تَڪُ لاهي پبوءِ وڄ!
هان لسيءَ جو ڏُڪ ۽ ڊوڙي ڳيو، ڪجهه ڏيرُ ڏارِ.
تَڪُ لاهي پوءِ وڄ!
آهه گهاٽي چانوَ ٻڙ جي، ليٽُ هيٺان، ڏينهن ناَرِ.
تَڪُ لاهي پوءِ وڄ!
آگ.ناري ڪي لڳي آ، پل تَري تائين نهارِ.
تَڪُ لاهي پوءِ وڄ!
جُهڙ جهمن سو ڪيئن چئجي آهه اونهارو آپارِ.
تَڪُ لاهي پوءِ وڄ!
تَڪُ لاهي پوءِ وڄ!!





آسمانو اِندلٺِ،

ٻانهن ڪنهنجيءَ وانگيان!

هي نهارون ناز واريون، مون پڇاڻان تون نہ پَٺِ!

اي زمانا مون ڪڏهن، تنهنجي نہ چيتي آهہ چَٺ،

عمر مون جئن آهہ آندي، شعر ۾ ڪا گاسِ گٺ؟

پاڻ ۾ پيهي ڏٺو، يا مُنهن وِڏو مون ڪالهہ مَٺِ!





پيـرون پـٽـنَ ٽـيـون نـيـنـگـريـون،

پِـنـڌا پــريــنــديــون ٽـــيـــون وڃن!

ڏس لوهہَ ڪيڏي ٽي لڳي، پر ڪونہ ٽيون ڪنهنجي ميڄن.

پِـنـڌا پــريــنــديــون ٽـــيـــون وڃن!

ٽـا تـيـرَ سـج جا ترورا، تِر مِر ڪري، تن تـي سَجن.

پِـنـڌا پــريــنــديــون ٽـــيـــون وڃن!

آ تيز تي ويئي تپت پر، ڪـونہ ٽـيون پيرو پڇن.

پِـنـڌا پــريــنــديــون ٽـــيـــون وڃن!





چوري هـــــي آيــــــون،
ائــين ڳـــــاءِ نـــہ ٿون.
ويـهـي هـن جي واٽ تـي.
ڳوٺي ڳالهيون ڪن پيا،
گهر گهر ۾ ٿنهنجون.
چوري هـــــــي آيون.
پريت ڪبي جي وائڪي،
پـون پـون تـيـنـدي پون.
چوري هـــــــي آيون.
ايندي ويندي ٽولڪ کي،
ڪيـــسـين لـنـوايـون؟
چوري هـــــــي آيون.





چِٽي ڪولي مينهن ۾، ڪاڏي ويئين ٽي؟
ڪاڏي ويئين ٽي؟
پيرو پنهنجي پيسار سان ورلي پيئين ٽي!
ڪاڏي ويئين ٽي؟
پنهنجون نظرون تير جان سامهون سيئين ٽي،
ڪاڏي ويئين ٽي؟
لوڪ گلائون پيو ڪري تون ڪٿ ميئين ٽي!
ڪاڏي ويئين ٽي؟
چِٽي ڪولي مينهن ۾، ڪاڏي ويئين ٽي؟
ڪاڏي ويئين ٽي؟





پــيءُ پــوڙهــو، مـــــاءُ، ڏيءَ،

ســـب اُبـــهـــــرا پـــاتِ تـــي.

ولهہ چوڏاري وَسي ٿي، سَر سُڪايا ڪالهہ سيءَ.

ســـب اُبـــهـــــرا پـــاتِ تـــي.

هي بہ آ آجيوڪا، منهنجا ڏٿي چا هي بہ جيءَ!

ســـب اُبـــهـــــرا پـــاتِ تـــي.

ڪيـَر چونـدو ڳوٺ ۾، آهن لڳا مـانـيءَ مـچيءَ!

ســـب اُبـــهـــــرا پـــاتِ تـــي.





هوءَ آئيني اڳيان،

ڇا اَڇا ڳولي پئي؟

ڇا چَوي ٿي اي جواني، تون وڃي ناهين اڃان!

”اڄ به هي رخسار آهن، موتئي مُگري جيان.“

”دل ته چاهي ٿي ته پنهنجي، اولڙي کي مان چمان.“

”۽ رڪان هي چپ پنهنجا، آنءُ آئيني مٿان.“

ڪيترو خاموشُ بيٺي آ، سندس ڀيري پٺيان!





آڳ اُجهاٽين اهي، ڇَر ۾ گيت پيا ڇَرڪن،
عمر پئي گذري.
پيار پتنگا ڪيئي اڏري تن ۾ ڪامي ويا،
پوبڻ ڪتن تا ڪونڌ پيا تا ڦيرا وَر وَر ڪن.
عمر پئي گذري.
چنڊ چڪورَ ڪهاڻي ساڳي پوري ٿيٺي ناهه،
ڪيئي تا آڪاس اڏارون پيهر پيهر ڪن.
عمر پئي گذري.
هنج اچن تا هنج وڃن تا نيرَ ولوڙا ڏئي،
راتيون اڳ جان آهن پيئون ڪونجون ڪَر ڪَر ڪن.
عمر پئي گذري.
من ۾ ڊانڊ وساٽا ناهن، پنيث پڙڪن تا،
سَر تي سيءُ تِہ آهي، پيئون سيرُون سَر سَرڪن.
عمر پئي گذري.
گيت امرتا آهن جن کي موتُ نٿو ماري،
جهرٽا بٽجي ڪيئي شاعر مون جئن جَهر جهرڪن.
عمر پئي گذري.
آڳ اجهاٽي ناهي، ڇَر ۾ گيت پيا ڇُرڪن،
عمر پئي گذري.

★★



آ ويو ڪيڏانهن خسرو، روز ڳولي ٿي سِتار،
ڇا ڳڻو حيرت رهي ٿي؟
تون لتاڙيندو وڃين ٿو، سِر هزارين شهسوار.
پوئتي عبرت رهي ٿي؟
ڪام ڪندڙ جي ٽٽي، يا ٻانهن ڏڙ ڪان آهه ڏار!
هو بهو صورت رهي ٿي!
رنگ وبو ڪئي آجيان، ”مون گهر پَلي آئين بهار!“
رَتِ ۾ راحت رهي ٿي.
ماڪ گل تي لڙڪ لاڙيا، ٻان ڪري بي اختيار.
مرڪ ڪا مدت رهي ٿي!





مـــــــتـــــــان سَرنـــدي كـــپ،
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
بيـهـر پُڏين كـينـكـي، مـتـان پُرنـدي كـي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
مـتـان چائِت سـان ڏِسين، چُرنـدي پُرنـدي كـي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
ڦَٿَ اَكـيـلـي تـو ڇُهين تون، كـئُن كُرنـدي كـي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
كو شَل كاٽيارو نـہ ٽِٽي، گهورُ نـہ گهرندي كي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
ڳهـــلا! ڳنـيءَ كـي ڏسِي پـو، ڏِس ٿُرنـدي كـي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!
★ شـال كَروٹـا سـان ڏسين، جيـوَن جُهـرنـدي كـي!
تـون كـنـهـن جي سِر تـي هَٽين!

★★

---

★ كروٹا: (هندي) رحم.



هــيءَ ســـــاڪِت زنــد گـــي،

ايــتــري ســـاڪــت بـہ نــاهــي!

ڪـاغذي تـصـوير ۾، فـرياد ڪـنـهن ايڏي پَرِي؟

تـــا اُفـق ڏي گل اڏامـن، آ شـــفـق چڻ شـــاعـري!

ڪنهن مصور آ ابد ۾، قيد ڪئي ڪائي گهڙي!

رات ٿي آ، ڪنهن جلائي آ، ڪَٽين جي ٿل جَهڙي؟

ڪــنـهــن ڏنـي آ اَزل ڪـــان، اوچتـي پـايــنـد گــي؟

هـــيءَ ســـــاڪِت زِنـــد گـــي،

ايــتــري ســـاڪِـت بـہ نــاهــي!



★ موت جو گهوڙي سوار،

ڀَر ڪري ڀالا هٽي ٿو.
راهه هُن جي آهه چڙ شاخ انارَ.
ڀَر ڪري ڀالا هٽي ٿو.
وائرو جنهن تي لڳي ٿو موتمارَ.
ڀَر ڪري ڀالا هٽي ٿو.
جنهن طرف ڏس شعلہ زن آ لالہ زارَ.
ڀَر ڪري ڀالا هٽي ٿو.
جنگ جي ميدان ۾ ڪنهن کي قرارَ.
ڀَر ڪري ڀالا هٽي ٿو.

★★



---

★ نوٽ: بروگل جي تصوير "Triumpha of death" کان متاثر لکي وئي.



هي ٻہ گهرجي هُو ٻہ گهرجي، هي هڏا چوڏارِ ڏِس،
آءُ هـــي هـــڪـــــوار ڏِس.
اُسَ ۾ ٻـنـيــرو جي تــون، سجَ جي ديــوارِ ڏِس.
آءُ هـــي هـــڪـــــوار ڏِس.
ٻي طرف اونداهہ لهرون تي هٽي، ٻـي پارِ ڏِس.
آءُ هـــي هـــڪـــــوار ڏِس.
تـيـرگـي ڪـائـي اَزل ڪـان، آهہ تـارئـون تـارِ ڏِس!
آءُ هـــي هـــڪـــــوار ڏِس.
وِچُ چڻ چمـڪـي پئي ڪـا، وِچ ڪارونـيـارِ ڏِس.
آءُ هـــي هـــڪـــــوار ڏِس.





هي بہ گھرجي هُو بہ گھرجي.

کيستائين؟

ڪجھہ تہ هن سنسار کان اِگتي بہ سرجي!

هي بہ گھرجي، هُو بہ گھرجي!

زندگيءَ کان ٿي ڪڏهن هر چيز ڦرجي!

هي بہ گھرجي هُو بہ گھرجي.

مُلھہ ڪَٿي تو موت چا؟ ٿُرجي نہ ٿُرجي!

هي بہ گھرجي هُو بہ گھرجي.

ڪاش واڙيءَ ڦل جيان هَر هَر اُسِرجي.

هي بہ گھرجي هُو بہ گھرجي!

انت پنهنجي تي بہ ڪُرجي.

کيستائين؟

هي بہ گھرجي هُو بہ گھرجي.

کيستائين؟

★★

---

نوٽ:- مٿين وائي مغربي مصور بزوگل (Brugel) جي هڪ تصوير کان متاثر ٿي لکي وئي-



ساڙ پنهنجي ۾ اڳيئي ٿو سَڙي،
چو پيو تيلي وِجائين!
ڇا نظر توکي اَچائي آ، لِڪي ٿو هُو لَڙي!
ڇانوري ۾ ٿو ٿڏو پاٽي ٿئي هر ڪنهن گهڙي!
ريت ڇو هُن کي رُلايو آ، نہ سمجهو وائڙي؟
رُڃَ جو راهِي، پٽيان نڪتو تَرائيءَ کي تَڙي.





کيــــر خالـــي ڪُرســـــيـــون،

ويـــا ڪـــري تِن تـــان اُٿـــي؟

جام و مينا ميڪدي ۾، ڪَن پيا ڪجهہ ڳالهڙيون!

ميز تي چا ڪجهہ ٻڌين ٿو، ڏٺي مٿي ڪي هَٿُ تون؟

ڇو اڪيلو تــو پئين، ڪهڙيون اٿي سـاروٽيـون؟

ڳهگهہ ڪيڏو آ گهٽيءَ ۾، گم ٿيون سڀ روشنيون!





ڪيترا خيما کُپي ويا،
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
ڪير ٿو دفنائجي، جو ڳوٺ سارو هئن مڙيو آ.
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
وات تي گهاٽن وڻن ۾، ڪو ته ٽڪجي تاپڙيو آ.
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
ڏس ته پيلي گل جيان، سنسار سارو ئي ٽِڙيو آ!
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
وِڪَ هِن جي ائين وڏي ٿِي، ڄڻ ڪَڙيءَ ۾ گل ڪِڙيو آ.
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
ٿو وچي ڪيڏانهن اوچتو، ڪير وستيءَ تي چڙيو آ.
چَندُ ٽڪريءَ تي ڪِڙيو آ!
چندُ ائين آڪاس ۾ آ، ڄڻ ته ڪوئي ڦَٽُ مڙيو آ،
ڪيرُ اهڙو گامڙيو آ.
چندُ ٽڪريءَ تي ڪڙيو آ،
چندُ ٽڪريءَ تي ڪڙيو آ!

★★



سپني ۾ سنسار ڏٺو سي،
رات وهامي وئي.
جيوَن پنهنجو آهي جَر تي، جڳ مڳ جڳ مڳ تارا،
چا چا رم جهم يارُ ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.
جئن ڪويَل جي ڪوڪ، ڪويتا اِيئن ٿِپي ويئي،
اڪ چنپي ۾ پيو پارُ ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.
ڪيئي چندَ چڪورَ ڏٺاسي، چڻ تہ پروليون ها،
پهچ انهن جي پارُ ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.
هِن جيوَن جي وهندي نديءَ ڪُن هيا ڪيڏا!
ڪيڏو ڪارونيار ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.
سهٽي سِير تري ويئي، ميهار ملي آخر،
سنسوهر سيسار ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.
جهونجهڪڙي جي جهرمر تائين، ڪيڏو تڙڳياسين،
آرُ ڏٺوسي پارُ ڏٺوسي.
رات وهامي وئي.

ڀن ڀن گيت رهياسين ڪيئي لهر لهر وانگر،
مَن ڪـــي تــارئـــون تــار ڏئـــوســـي،
رات وهـــامـــي وئـــي.
باک ڦٽيءَ جو ننڊ ڪئي جنهن وقت ڦٽا ها گل،
رنـــگ وبـــو جو چارُ ڏئـــوســـي،
رات وهـــامـــي وئـــي.
پوپٽ جيئن پراهون وياسي ڪيڏو واس وَٺي!
وَل وَل ســـان وهـــنـــوار ڏئـــوســـي،
رات وهـــامـــي وئـــي.
اک لـڳي تـہ اَڏامـي وياسين دور هـوائـن ۾،
پــتِ تــي هـــاهـــا ڪـــار ڏئـــوســـي،
رات وهـــامـــي وئـــي.
ســـپـــنـــي ۾ ســـنـــســـار ڏئـــوســـي،
رات وهـــامـــي وئـــي.





غور سان مون هُو جواني، رنگ گوري ۾ ڏٺي.
ڪالهہ سيمل تي لڳي، جنءَ ڄامشوري ۾ ڏٺي.

ڪيئن چئجي ڪير آ؟ تقدير وانگر تي ٽِڪي،
آنءُ ڀانيان تو تہ مون، ڪنهن وقت موري ۾ ڏٺي.

هئن ڇپر مون ڇانو وانگر، اڳ ڏٺا ناهن ڪڏهن،
سادگي ڪيڏي نہ تنهنجي، منهن سدوري ۾ ڏٺي.

ڪيئن چئجي چنگ سارا، گم ٿيا ميهار سان،
لاڙ سنجهيءَ جهنگ جي، مون ڳالهہ ڀوري ۾ ڏٺي.

هوءَ جا ساڃاهہ آهي، ساهہ سر جنهن تان فدا،
سا پَري ۾ ڪانہ آهي، ۽ نہ اوري ۾ ڏٺي.

اڄ اُها آوِي ڪٿي جا، ڪلهہ هئي هن ۾ اياز،
آنءُ ننڍڪ اڄ اُنهيءَ جي، ٿانو ڪوري ۾ ڏٺي.

★★



سَچيون راتيون عبادت ۾ گذارين ٿو. جڏهن محبوبُ سارين ٿو.
اکين جا ڏيئڙا هن جي، جڏهن چائنٽ تي ٻارين ٿو.

خبر ناهي تہ ڇا آهين؟ ڪٿان آئين ڪٿي ويندين؟
مٿي مُنهن تون ڪري ائن، رهگذر پنهنجا نهارين ٿو.

نہ مسجد ۾، نہ مندر ۾، نہ ديول ۾ ڏسين هن کي،
افق کان تون افق تائين، ڏسي هن کي پڪارين ٿو.

خدا آهي، خدا آهي، اڙي نـتـشي! خدا آهي،
اگر اي فلسفي مون کان، پڇين تون جڳ مارين ٿو.

ڪڏهن تون لڙڪ ۾ ڪنهنجي، ڪڏهن تون ماڪ آن گل تي،
هزارين پوش پهرين ٿو، هزارين ويس ڌارين ٿو.

جڏهن ويساهہ ۾ آهين، تڏهن تون ساهہ ۾ آهين،
وڏي تي تيرگي جنهن دم، چراغ اشڪ ٻارين ٿو.

ڪڏهن آهوءَ جيان آهين، رميده تون بيابان ۾،
ڪڏهن خوشبوءِ جيان ڦهلي، پيو دل کي ڏتارن ٿو.

اياز آهي تيو جنهن ڏينهن کان، ڪجهہ آشنا توسان،
خبر ناهي تہ هن کي، در وٽان ٽالاءِ ٽارين ٿو.

★★



ڪٿ اُپري ٿو ڪٿ اُلهي ٿو، ڪٿين پيئي عمر تمام ٿئي،
مان سوچان ٿو ڪيسين تائين، ٿو صبح ٿئي ۽ شام ٿئي.

خُم ڪيئي خالي ٿي ويا، پر ٿو منهنجو جام پري ڪوئي،
ڪائي به گهڙي اهڙي ناهي، جو خالي منهنجو جام ٿئي.

تون دير ۾ ويهي قشقي ڪي، ڇو مير ڏسين ٿو حيرت مان،
اي مير! ڪتي ان حربي سان، ٿو ڇوڪان ترڪ اسلام ٿئي.

هو روس هيو فانوس جيان، سو آهي وساٽو جي هاٽي،
آ پيو به طريقو جنهن سان ٿو، اڄ ڪاله فلاح عام ٿئي.

ٿي تڪڙي ميزائيل اچي، جو سڀ لئه عزرائيل اچي،
ڇا اهڙو وقت به اچڻو، آ هر چيز خيال خام ٿئي؟

آ سڀ کان بهتر آزادي، ڪنهن جي به سلامتي نانهه چڱي،
جي غور ڪريو اي انسانو، ٿو دام تي سڀ لئه دام ٿئي.

پَٽ ڪوهه اياز آٿي جيون، تون ڪوپو ڪوڙي ويهه نه ڪِٽ،
اڳتي آهي ننڊ ازل جي، اڳتي ٿو آرام ٿئي.

★★



ڏس تہ گڏجي هُو پکي سڀ، ڪئن نہ ڊوري تي لهن ٿا،
ڪو حسد تن ۾ نہ آهي، ڪئن نہ هڪ ٻئي کي سهن ٿا!

پريت ڪيڏي آ پَسن ۾، واءِ آدم ذات تي!
مِٺ محبت سان نہ چو هي، آدمي گڏجي رهن ٿا؟

رنگ رليون ڪجهہ ڏهاڙا، انت سڀ جو مات آ،
ڏس پکي اُڏري شفق ۾، نيٺ اوندهہ ڏي ڪهن ٿا.

ويجهڙائي موت پنهنجي جي نہ ٿا جيسين ڏسن،
جا چڱائي آهڙ اُن ڪان، آدمي ڪيڏو تهن ٿا!

موت سڀ جو ڇوٽڪارو، انت ۾ آهي اياز،
لوڀ لالچ ۾ اچي انسان سڀ ڪيڏو ڳهن ٿا!





تون ئي تون آن، تون ئي تون آن.
نيٺ منهنجي لاءِ مون آن.

تو جيان ڪيچي نہ ڪوئي،
تون پنهون آن، تون پنهون آن.

آنءُ جن جي پنڌ ۾ هان،
سي سِلاخون سچ جون آن.

آنءُ لا محدود تو ۾،
تون حياتيءَ جون حدون آن.

تو اچين طوفان وانگر،
ريت تي ڪيڏيون رڙيون آن!

سُر مَئي راتيون بہ آهين،
تون ستارا تون ڪتيون آن.

جئن ڏنو توکي اياز،
چانڊنيون ئي چانڊيون آن.

★★



خدا جي راهہ ۾ ڪيڏي خوشي سمايل آ،
قدم قدم تي لڳي ٿو گلن جو ڍير آهي.
لڳي ٿو هير ڪا خوشبو ڀري ڏکڻي وڻ آ!
خدا جي راهہ ۾ ائين روشني وڇايل آ.

لڳي ٿو چنڊ جو قنديل ڄڻ جهلايل آ،
وڃي ٿو ٿيز اِهو روشنيءَ ۾ ڪير آهي.
تراڻيءَ لاءِ هرڻ آهہ ڄڻ اُڃايل آ،
خدا جي راهہ ۾ ڪيڏي خوشي سمايل آ!





اگر تون سون تيڻ چاهين آنءُ پارس هان،
ڪڏهن ته چاهه سان تون آءُ منهنجي چائنٽ تي.
سدائين،چاندنين ۾ تو ٿنهنجي راهه ڏسان،
ڪڏهن ته ايندينءَ هوا ۾ هلي تون خوشبوءِ جان.

مان توسان پاڻ وراهڻ لئه منتظر آهيان،
متان تون پند ڪري پو هلي وڃين پٽ تي!
مان پنهنجي ذات ڇپائڻ نه چاهيان ٿو توکان،
اگر تون سون تيڻ چاهين آنءُ پارس هان.





کنهن ۾ آگريون وجهنديون ته وچ تري ويندي!
گهتا گنجي ٿي ٻنا ٻوڙ نيٺ وسڻي آ!
پنهنجون تلاش ڪندي سسئي مري ويندي؟
ڏسي درياهه جا ڏڦ، عاشقي ڏري ويندي؟

هزار ڀار ٻڌي پل ورئي ورئي ويندي،
پريننءَ جي پار ڏي آن جي سدائين ڏسڻي آ.
رکي ڪٿي ٿي؟ پئي ڇاهه ۾ ڇري ويندي،
ڪنهن ۾ آگريون وجهنديون ته وچ ٿري ويندي؟





صدين کان پوءِ اگر سمجهندين تہ ڇا ٿيندو؟
هڏن کي ڪابہ تسلي ملي ملي نہ ملي.
لکي ٿو هٿ، لکڻ کان ڪڏهن جُدا ٿيندو؟
فضائون ڪيئي صبا جيئن روح جهاڳيندو؟

چوان مان ڪيئن، ڪڏهن منهنجو خاتمو ايندو؟
گهٽائون جيسين اچن ٿيون پيو ٿو مورُ ٽِلي.
خبر نہ آهي تہ آگم اِهو ڪٿي نيندو؟
صدين کان پوءِ اگر سمجهندين تہ ڇا ٿيندو؟





خبــر نــہ آهــہ تــہ ڇا مــوت اڏ- ٻــڙي آهــي؟
خبـر نـہ آهـي تـہ جملو ڪتـي ڪٿي تـو پيـو!
خبـر نـہ آهـي تـہ ڪنهـن ينڊ جي ڪُڙي آهـي،
اُنهيءَ سان پريت سندم هيئن ڇو جُڙي آهي.

ڪڏهن نـہ چئن سـان بيـٺي سندم ڪُڙي آهي،
خبـر نـہ آهـي ڪـتـي سلسلو ٽٽي تـو پيـو!
خبـر نـہ آهي تـہ ڪيـڏانـهن هُوءَ مـڙي آهـي!
خبــر نــہ آهـي تــہ ڇا مــوت اڏ- ٻُڙي آهــي؟





علي الصباح اچي مئفروش تو در تي،
ڦٽائي نند ڏئي ناؤ ونوش جو هوڪو.
گهٽيءَ گهري تو پڪاري اداس گهر گهر تي،
اجا تہ نند ۾ هرڪوئي آهہ جڻ پرتي.

وجي پڳو آهي ڪنهن جڳ چڱانتر تي،
اچي تو تنهنجو فجر وقت هوش جو هوڪو.
اجا تہ ڪنهن جي بہ دل سرڪي نانهہ ساغر تي
علي الصباح اچي مئفروش تو در تي.





ٿي اچي سرد هوا، چنڊ ڏياتيءَ وانگر،
لاٽ ڦيرائي پيو چار طرف لاٽن ۾.
ٿو پريان اِيئَن لڳي گھور گھٽائن وانگر،
ڏھر ۾ ڏيئڙا ٽمڪن ٿا پيا پاٽن ۾.
مينھڙا اھڙا وَٺا ساھہ پيو ساٽن ۾،

ٿي چڙا چنگَ ويو آھي ٿريچن گھر گھر.
مينھن جي لاءِ دعائون ھُيون گھر- گھَاٽن ۾،
ھي ڪليل تاڪ تہ ڏس دستِ دعا آ ڏُر در،
چٽ ڪيڏي نہ لڳي پيئي ٿيٰ واريءَ وَر وَر.
پيڙبي ھيل نہ ڪا گھرج سنڌءِ گھاٽن ۾!





آنءُ ڪاليداس ڪان اڳ ڪو پرانهون پارُ آهيان
مان آمارو جيئن ڪوئي سونهن جو سنسار آهيان
انب ۾ جهولو جهلي تو. آنءُ ساڳو پيار آهيان
بوند برسي تي پئي انگيون پڄي تيون آڇَ ڪن،
هٿ جِن ڏي تا وڌن
تون پُڇين تي ڪيرُ آهيان؟
مان صدين جو سلسلو هان،
گهاٽُ آهيان، گهيرُ آهيان،
وهڪرو هان
آنءُ غالب جو تغزل تي هُران تو هانوَ ۾
پيهر پُران تو هانوَ ۾
ڪيڏو ڪُران تو هانوَ ۾
آنءُ تير نِيم ڪش جئن آهيان
تنهن ڪشش جئن آهيان
جنهن چِڪي ٽئگور ڪي هُڪليءَ مٿان
گيت سِرجيا ها نوان،
گيت جي برسات جان چمپا ڪليون جنهن تي ڪِٿ
باک جو پونرا مِڙن
گيت جي اڌ رات جا
جن ۾ ستارا موتين جئن تا ٽِڙن
گيت جيڪي ماڪَ آهن
گيت اهڙي خاڪَ آهن

جو صديون کيئي لتاڙي ﭘول ﭘيھر تا وَڃن
هٿّ اُهيئي ڪئن نہ چرخو ٿا ڪَتن!
آنءُ ميران آهيان تَڻ تَڻ ڪري آڪاس ۾
ٿو اُڏامان آس ۾
آنءُ نانڪ جئن سڄو سنگيت آهيان
زندگيءَ جي جيت آهيان.
مان ﭘٽائي ٿي وَري تنبور ساڳي ۾ وڄان ٿو
ننڍَ ڪان اڳ جئن ﭘڄان ٿو
ڪيترو اوچو ڪڄان ٿو!
چنڊَ تي ﭘيزار منهن جا ٿا ﭘِرن
ﭘيا ٻہ ڪيئي يار منهنجا ٿا ڦِرن
جي ڪٿن افلاڪ کي ٿا ﭘاڻ ۾
گيت جي اقبال جي بانگ دِرا جي ڄاڻ ۾
گونجن ﭘيا
گيت جي اوجهاڻ ۾
ڄڻ مچين وانگر اچن ٿا ۽ نچن ٿا.
آنءُ تنهنجي ﭘاڻَ ۾
اڄ اُهيئي گيت آهيان
ڄڻ سڀيئي گيت آهيان!





مون تہ پڙهيو هو بيڪس کي
”ساجن سائين سير ڪرڻ آيو تي انسان،
آنءُ تہ هان حيران،
ساجن سائين واگهہ بہ آهي
۽ چيتي جي رومڙ وانگر
سامهيءَ کي ڏهڪائي ٿو.
ڏَوُنگ ڪري ٿو لومڙ وانگر
بگهڙ تي يلغار ڪري ٿو.
واڳو بڻجي واتُ پٽي پيو
هو هر ڪنهن تي وارَ ڪري ٿو،
۽ هر ڪنهن کي ڳڙڪائي ٿو
هر ڪنهن ساسيءَ کي کائي ٿو.
ساجن سائين وڄَ بہ آهي
جيڪا ڪَڙ ڪَڙ سان ڪڙڪي ٿي
ڪيڏيءَ تڙ تڙ سان تڙڪي ٿي!
لامَ اَساهيءَ تي لڙڪي ٿِي،
سارا آکيرا ڊاهي ٿي؟
اَپَ تجوڙيءَ مان ڪنوٽين جئن
ڪوٺن سِڪن جان ڪڙڪي ٿي!

جڏهن ڪائي ڪوراڙ ڪِري ٿي
۽ پو هر ڪنهن تي ڪاهي ٿي!
ساجن سائينءَ
رنگ هزارين
ڪَڪرن ۾ مرڏنگ هزارين
سنگ هزارين
ساٿَ هزارين،
ڇا اپنائين، ڇا ڪي وارين!
نورَ انهيءَ جي ڪهڙي تارين!
اوندهه ۾ اسرارَ نهارين!
۽ هن اوچي ٻڙ جي هيٺان جي تون گهارين
جنهنکي سڀ آڪاس ڇوَن ٿا،
تارن وانگر ڏيئا ٻارين،
رات اَنڌاريءَ کي تون جيڪو وقت اُجارين،
ساجن سائينءَ تي ويچارين
"ايڪ انيڪ"، قبولي ڪنهن صوفيءَ جي سنگت گذارين،
اڃا تہ مون هي سمجهو ناهي،
هر ڪنهن رنگ ۾ ڇا هي.
هن سان پيار ڪري سگهندين تون؟
۽ پنهنجو سنسار ڪري سگهندي تون؟
سارو مايا ڇار ڪري سگهندين تون؟
وچّ سَرائي پائي هر ڪنهن کي ڏسندين تون!

نانهم اجا مون،
وحدت واري واٽَ سجاتي،
جاٽَ سجاتي،
ڪَنڏَ تہ پنهنجي ٻاٽَ سجاتي
اُبِ ڏسي جا اُن ۾ پيئي،
وڄ جتي آئي ۽ ويئي،
سا ڌرتيءَ ۾ ڦاڙ ڪري ويئي
چيتي جڻ چنگهاڙ ڪري ويئي
ڏاڙهي نوچي
صوفي سوچي
ويٺو لوچي!
سارا سانگ سياست جا
نهرا نانگ سياست جا
ڪيئي ڪانگ سياست جا
ڍونڍ مٺان جي ڍيري آهن،
ويري آهن هر ماڻهوءَ جا
اُن ۾ هُن جو لاش ڏسن ٿا.
ڌرتيءَ ۾ آڪاش ڏسن ٿا.
ڪِجهُن ۾ هاتارن وانگر،
اُوندهہ جي ڪانگهارن وانگر
ڌرتيءَ جي اوتارن تي ڄڻ
ڏيئڻ وانگر هو ٽمن ٿا.

لالچ جي سؤ لِيئَن وانگر هُو لَمڪن ٿا،
پنهنجو پيٽ ڀري هو ٻئي ڏي اک کڻي نہ نهارَن ٿا،
ائن دنيا جي گاري ۾ هُو گهارن ٿا
گپ چِڪ ۾ چؤرن وانگر هو پَلجن ٿا،
پو جهلجن ٿا
قيدين وانگر
ساري گهرَ جي پيدين وانگر،
پنهنجا ڳجهہ اوڳاڇن ٿا،
هي ماڻهو جي داڦن ٿا
گگ بہ آهن سِنگهہَ بہ آهن
ڇا ڇا ناهن!
سي سڀ ساجن جا پاڇاوان،
رنگَ شفق جون لَنءَ لَنءَ لاوان
تن سان ٽيڻا ناهن!
هي ماڻهو ڇا ماڻهو آهن؟





زندگي جي ڪباڙ خاني مان
ڪيترائي پڳل ٽٽل ماڻهو
وقت مُنهنجو اچي وڇائن ٿا
هو اچن ٿا انهيءَ زماني مان
جو نہ پيھار آ ڪڏهن اچڻو،
جو ٽڏي ساهہ سان لنوائن ٿا،
پوءِ آهن اُنهيءَ فساني مان
ٿي ويو اختتام آ جنهنجو
هو نئين سِر اهو ٻڌائين ٿا،
ٿو لڳي تن جي تاني ٻاني مان
ڪوبہ ڏاڍو نئون نہ آ تن ۾،
پنهنجي ماضيءَ جو ڪيسٽ پائن ٿا-
پوءِ هو ساڳو ڳيچ ڳائن ٿا
جو اسان ڪالهہ گڏجي ڳاتو هو!





هيءُ بہ ڪوئي شاعر آهي؟
اجگر آهي
پنهنجي منهن مان
شعلا شعلا لفظ پيو هُو ٻاڪي،
هونءَ تہ ڪوئي افسر آهي
پر پو داڪي
ٻي تي هو تنقيد ڪري ٿو،
جي ٻئي جي تائيد ٻڌي ٿو
ٻولڙيون ٿو ڪيڏيون ٻولي!
هُن جي ٽولي
چار حواري ويٺا آهن،
چڻ تہ ٻُهارن وانگر تنهن لئہ
تا ادبي ميدان صفا ڪن!
سڀ ڪجهہ هن لئہ تا ٻيٺا ڪن
هن جي چئن ڪتابن تان س
دَڙَ چنڊن تا
پوءِ ونڊن تا
سٽيبون ڳالهيون،
پاڻ تہ آهيون آٽيبون ڳالهيون
پاڻ نہ پيئون ۽ نہ پيئاريون!

پوءِ بہ اِهو سوچون ٿا
سنڌ آساهي مٿي تہ ناهي،
پوبہ آلا جي
ڪَڏَ لڳي آ، ڪنهن جي؟ ڇا جي؟
جيڪو هن ڪي نيپوڙي ٿو!
ڌرتيءَ جو فرزند نہ ڇاٽان
ڪنهن جي ليکي ۾ لوڙي ٿو؟



تون آءُ تہ اَڏامون ڏرتيءَ تان
ماٺهو ڇڻ موراکيون آهنِ
جي هٿ وينيون چار اُٽڻ ٿيون
پنهنجي ئي ڦسائڻ لاءِ!
ڪوريئڙي ڪي ڪئن سمجهايان
موت اڳيان هو مکيون آهن
جي ڪنهن ميڙي رکيون آهن
ڇڻ هُن جي ڳڙڪائڻ لاءِ
هيءَ دنيا جا دوکو آهي
ڇاڇا ٿي سا تو مان ڇاهي
تنهنجي عمر کسي ٿي توکان
رانديڪن جي پائڻ لاءِ.
اَڇ تہ اڏامون سامهون لامون
ناهن دور ڪتين جون ڪامون
پيون لڏن جي هندرون جان
توکي ئي لوڏائڻ لاءِ-
تون آءُ تہ اَڏامون ڏرتيءَ تان ............

ڏرتيءَ جي دانهن وانگر
جڏهن مٽي ڪائي جيئي وئي،
لهس سورج کي اچي وئي
يا تہ سُهڻيءَ ٻانهن وانگر
جا اُبي تي ۽ ٻڏي وئي
پوئتان سيسار کي ڏوکو ڏئي.
ائن ڪڏهن آ سِٽَ آئي
جڏهن تہ پوري چِٽَ آئي
۽ سُيون تَن ۾ چُپائي وَئي هَلي،
ڪا ٻڏيءَ ٻاڪار جا ٻي پار کي
پنهنجن ميارُن سان گهائي وئي هلي
جيتريون ٻانهون هٿين اُن کي وري پائي نہ سگهندين
سِٽَ جيڪا زندگيءَ لئہ سٽَ آهي،
موت جنهن کي مِٽَ سمجهي تو حويليءَ ۾ نئي
سانت گهريءَ ۾ اَڪيلي ۾ نئي
تون ٻلي ٻولا ڪري ڏس!
سِٽَ جا گم ٿي وئي، ٻيهر نہ ايندي
پاڻ گهر آئي هئي هاڻي تہ ساري تر نہ ايندي
آجيان اُنجي ڪئي يڪدم نہ تو
سِٽَ جنهن سان گڏ، سڏ
اوچتو گم ٿي ويو
ڪئن چوان ڇالاءِ آيو، پوءِ ڇو گم ٿي ويو.
رهنما سان قافلو گم ٿي ويو،
نظم هو پورو، وَيو گم ٿي ويو!

ڪجهہ بہ نہ" ۽ "سڀ ڪجهہ" ڳالهہ تہ آهي هڪڙي،
ڪنهن بہ نہ ڄاتو ڳجهہ، ""نانهہ" هئي ڪٿن "آنهہ" ۾!

ڏڪـــارن جا ڏک تـــون، وراهـــين ونـــدڍيـــن،
مـاڻـهن کـي منـدڍيـن، اوشـل! پنـهـنجي پيـار سـان.

مـــيـــان! تـون تـقـديـر جو، قـــائـل نـــہ آهـين؟
تـــڏهـــن تـــو چاهـين، پـــار وڃان اوڙاهـــ مـــان.

هي ســونـهـاريءَ سِيـئَن، پـوڙهـو پـنـدڍيءَ جي مـثـان.
ڄاڻي سگـهـنـدو ڪـيـئن، پنـهـنجي پوئين گـرهـہ کي!

تـڙ جا شـــڪـــاري! پـل ڪَنـدڍيـن تـارِيـن لِڪـــو،
مـــوت وڏو مـــاري، سـڀ کـي ڳولـهـي تـــو لـهـي.

ســـوچي پـيـــو، "سِرَهـو ڏيـنـدو ڦـــاڙهـي کـي،
پـيـو چنگـهـہ ڇڪي، هـي جيـڪـو پنـهـنجوڙ ۾".

ڪـاڻِي ڪـاڻِي پِٽَ، ڪـاريـهــر تـي پـيـــر جئن،
ســـوچي ســـوچي سِٽ، آٿـج پـنـهـنجي وات تـي.

تون جا اِڪائي، ڪيئن، وئين تون ورڇجي؟
ٽُنهنجي مدائي، آهه چڱائي انت ۾.

سامي ويچائي، ڇيو ساري سچ کي،
”گونگو ڳڙ کائي، مشڪي ڪُشڪي ڪينڪي.“

وڻ ۾ تو جئن ساهه آ، مستان وڻ ڏارِين!
شال اُها وارِين، هيڇ جا تو هوانو ۾.

هيڇ توکي هينئڙا، ماري يا ڪاري،
ڪيئي ڪانري، واڳون تولئه واٽ ۾.

پَٽُ نه پهرايو، گَلَ گلابيءَ پائڙي،
هي جي سامايو، ڪيڏا ڏسندو ڏاڪڙا!

تو جا گهڙائي هئي، لاڏِل لئه ٻانهِين،
ٽوٽ هڏِي دانهين، آهي اُن تي ڏوڙ ۾.

ماٽهو سڀ پئسي پٺيان، انڌا ۽ ٻوڙا،
گهوڙا ڙي گهوڙا، سڀ ڪجهه هِت رهجي ويو!

پيسو وڏي ڪَڏ، ماٽهوءَ کي ٻُوري ڇڏي،
توڙي ڪيا سڏ، ڪنهن ورنايو ڪينڪي.

ـي جي ڪـارا ڪـانـئـرا، تـرن پـاڻـيءَ ۾،
ٻَرن پـاڻـيءَ ۾، تـن تـي تـارن ڏيـئـڙا.

عـبـادت نـہ عـيـب، آهـيـان ڪـنـهـن جي روبـرو،
غيـر نـہ آهـي غيـب، تـو مـان تـوکـي تـو ڏسـي.

چو تـو سـتـائين، ٻڙڪ نـہ مـون ٻـاقـي ڪـڏهـن،
آهـي سـدائـين، آلا تـوئـا زنـدگـي!

چا آهـي انـسـان؟ هـيءُ مـتـيءَ جو گـهـرڙو؟
ذرڙو، پـر ذرڙو، ٽَڪـر تـاڪـي تـو وجهـي.

چپـر جو چيـهـون ڪَري، ڏونـگـر جو ڏاري؟
مـاري جيـئـاري، ڳجهِي هُونءَ جي ڳالـهـڙي.

آنءُ حـيـاتـيءَ ڏانـهـن، مـوتـي آيـو آهـيـان،
جِيـئـين ڪـوئـي ڪَـانـهُن، نـديءَ تـي نِوڙي اچي.

مـاڻـهـوءَ ڳل گـلاب جئـن، تـڙنـدا ڏسـان آنءُ،
مِڙنـدا ڏسـان آنءُ، اوشـل ڦَٽ فـراق جا.

مـاڻهـوءَ مَن مـرجهـائيـو، ڪـونـہ ڪـڙيـا رابـيـل،
آهـي سـاڳي هـيل، ٻـاجهـہ نـہ تـنـهـنجي ٻـوجهـہ ۾!

جي تون پنهنجي پاڻ سان، گهڙي گذارين،
جي تون پنهنجي پاڻ ۾، تورو ٿهارين،
شايد تون پارين، اُن ۾ امر جوت .کي!

ميان! کهڙو پروسو، آهي جيئڻ تي؟
پوڙو آ وَڻ تي، آخر ڪم ڪوراڙ سان!

ميان! ڪر نه گهمنڊ، جيئڻ تورا ڏينهڙا،
نانهه سدائين چنڊ، اِڪتي ڪاريون راتڙيون.

سڀ ڪنهن لئہ تقدير جو، آهه اڏيل پنجوڙ،
ڪنهن به نہ پنهنجي جو توڙ، ڏٺو پنهنجي ڏنڊ ۾.

اڄ، سياڻي، ڪالهہ، ڏاڪا تنهنجيءَ عمر جا،
ڪوهہ ڳڙي تو مالهہ، نيٺ وجي تو بيهجي.

بيماريءَ جو بسترو، ڇا ڇا اچي ياد!
ڪويل جي فرياد، پن پن ۾ گونجي جئين.

ڇا جي لاءِ پيو ڏڪين، پُنيءَ کي پنتي،
نيٺ تہ آ توکي، متيءَ منجهہ سمائڻو.

ڇيڙ نہ سُتو سَپُ، پاسي ڪان وڃ پٽار ڏي.
ائين لاهہ نہ ڏپُ، جو توکي ڪَکُ ڪکي وڃهي!

جيسين پهچون ماڳ تي، هانءُ نہ هيڪاندو،
ڪهڙو مانجهاندو، پنڌ پري آ پانديا!

تون جو چاهين پوڄ، تون منهنجي پچر ڇڏ!
وڄ وڄ خچر ڇڏ، مون سان منهنجو مامرو.

تون ڇا تو پوڄين پيو، مون تہ نہ سوچيو آ،
وِرچي لوچيو آ، تو ڇو منهنجيءَ لوچ کي؟

ڪئين ڇئجي ڪنهن ڪَپَ کي، پائيندڙ پائي،
اڳتي الائي، ڇا تيٽو آ ديس ۾.

ميان بَدي آس تي، ماڻهوءَ کي ڪائي،
پپر آلائي، ڪئن ڪپجي ويا ديس مان!

هي جو نيلوفر، لڏن پيا واءُ ۾،
ڏرتي کٽي ڪَر، ڏسي تي آڪاس کي.

تنهنجي منهنجي وچ ۾، هونءَ تہ آ زنجير،
ها پر هي ڪشمير، اُن جو تون ڇا تو ڪرين؟

جهڙي مِٽِي زارَ تي، اهڙي لين تي،
هاڻي تون تن کي، ڪهڙي ريت جدا ڪندين؟

پاٽي نانهه ڀُراڻ ۾، مٿان ڪڪر ڪورَ،
مون ۾ ڪيڏا مورَ، ٽاڙن پيا اوڙ ڪون.

ڇا تون ڪُرَ ڪَنوَل، سارين پيو سنڌ جا،
آف! پرڏيهي پَلَ، ڪيڏا ٽولئه اوپرا.

سارِ نه ڏوڏيون لوڙَهه، گنل، گولر ديس ۾،
ايڏي ساههَ نه سوڙههَ، جيڏي آ پرڏيهه ۾.

آهي هيءَ آهٽ، ڪنهنجي آڏيءَ رات جو،
ڪولي پيئي ڳٽ، جيئڻ جي جنجال جا.

ڪَنُ نه ڏي تن ڏي، ڪڏهن ٻڌ نه تون ٻُچڪار،
تو وٽ سڀ ريدار، ٻگهڙن ڪان ٻُچڙا هيا.

سُجاول ۾ راتڙيون، تارن سان ٻوڪيون،
چٽيون چاندوڪيون، اجا ناهن آپ ۾.

آڏري ڪڏهن ڪانگڙا، نيو نياپو،
منهنجو جياپو، آهي ڪيڏيءَ جاڙ ۾!

مومل ڪالهه مَري وَئي، ڪاڪ رڙن ٿا ڪنگَ،
نه سي نينهن نِسنگ، سارا ياٽا پينگ ٿيا.

هُو جو انبن بُور، ڪالهه ڏٺو وديا پٽيءَ،
آهيان مورُ نه دورُ، آنءُ انهيءَ واس ڪان.

جئين چنڊ چٽاءُ، ميٺ مٿي ۾ منڌ ڪي،
پوئين پرَ ٱلاءُ، جرڪي اٿيس جيءَ مان.

تون جو مازيءَ مَرُ، لاهي وئين ميندرا،
توسان سارو تر، جرڪي پيو سڄ جان.

لاڪَ رڱڻ لئه لوئيون، ڪيئي مون آنديون،
متان ٿيو مانديون، پارا ڏسي پوهه جا.

ڪيڏا منهنجي پنڌ ۾، ماٺهو مَن-ميرا،
ويرِي هر ويرا، وسيهر چڻ واٽ تي.

ڪوسِي ڪڪرائين هئي، منهنجي ساري واٽ،
جبلن منجهنا جاٽ، ڪيڏي ڪاريءَ اُس ۾،

وچ ۾ جڏهن ويڙهيون، بندليون مَٽِ بَرن،
ڪيڏي تانگهه ترن، ڪڏهن ايندِيون اوڙڪون،

تن ڪي وَهائي ڏيون، لهرون ڪاته لپاٽُ!
ڪنڌيءَ مَٽ ڪپاٽَ، آهن ڪيڏا ويسرا،

اڃا اَڄ نہ ٿي لهي، سارو ڪپايان،
يا ڪجهہ ٻچايان، موکي تنهنجي مٿ مان!

ٽَري تائين آنءُ، جيسين ٻِي پورو ڪيو،
موکي، منهنجو ٿانءُ، ڇالئہ ڀَريُئہ اوچتو؟

هِن جون ٻانهون ٿا ڏسن، مُرڪي سڀ مٺهيار،
ٻيهي وِچ ٻزار، چوڙيون جا ڀِائي پئي.

ڇرڪي ٻيٺا اوچتو، لوڪ ويا ٿي لَس،
جهومي ڳچيءَ هَس، جرڪايو جئن جوت ڪي.

ڪنهن جي وڻ مان تو، ڇِڳا ايڏا شفتالو،
سارا مُرِسالو، توسان ريسارا ٿيا.

سانجهيءَ ٻاچاوان ٻيا، جڏهن جوڙي تي،
ٻنهنجي گهوڙي تي، ٻيلهہ وَيا ٿي ٻار سان.

سمجهو تن کي ٻارڙن، ٻاک ٻنيءَ ڪينهو،
ڏرتي تي ڏينو، ٻڙ مان رات ڇٽيا هيا.

سرتي تو سينگار ۾، ڪيئي ٻانهيون ٻُڪ،
هَٿ ڇميندي ڏڪ، ڇڻ ٻيالي مان سون جي.

اڪيون ٻوٽئہ اوچتو، چا چا سوچَن سانُ،
جڻ واٽيندي واڻ، موجيءَ ننڊ اَچي وئي.

مُنهن تہ مٿي ڪر سانوري، سنهيءَ سينڌ ڪُنوارِ،
آنءُ ڏِسان هيڪار، تو ۾ چمِي چنڊَ ڪي!

متان مان وسري وڃان، توڪان آسُر ويرَ،
مان جنهن پنيءَ پيرَ، آندا تنهنجي ويجهڙوَ.

ڏس وهندي درياهہ تي، سرتا سانوڻ مينهَن،
اهڙا جوپنَ ڏينهَن، پيهر ايندءِ ڪينڪي!

هاڻ تہ ڇانئي ٿي رهين، روز گهٽا گهنگورُ،
جئن پو زورَان زور، جر ٿر سڀ ٻُڙي ڇڏيئہ!

ٿڌي هير درياهہ تي، سکر واري پُل،
اکيون چون: "ڇُل"، ساري جوپن ڏينهڙا!

آسر وير آٿي، اڳ ۾ اپران سج ڪان،
جيڏي مون ۾ ٿي، جوتِ نہ ايڏي جَڳَ ۾!

ڪَوتا منجهہ رهي، تون ڪئن مرنديءَ ڪامڻي؟
منهنجي لاءِ ڪَهِي، وَرنديڻ آدجڳاد ۾!

مون کي ٻولَ ٻهون، ڏئي تون ڪئن ٿيندين سانتَ!
تون جا مون ايڪانت، پياري هيڏيءَ پيهه ۾!

اڄ ڄڻ جبلَ روڻَ مان، هوا اڇي ٿي،
ڪائي سِٽ وَري، سرجي آهي ساهه ۾.

ڪانءُ اڏامي واءُ ۾، پيو وراڪا ڏي.
ڪنهن کي ايئن سڏي، پيو ايڏيءَ سانت ۾.

پيڄ پنيءَ ڇَتڪارَ، ڪيڏو ڪاڙهي ۾ وَڻي!
وري ڪتي آرَ، آگم سان اوري پئي.

توتي ڦيٽ ٻڙِي، پنڌ ٻُنو، موتي وئين!
ڇاجي لاءِ ڇڙي، ڪا هيئُم ٿي ڪوهيار لئُم؟

نيٽ تہ مِٽي آ اِهو، ڇاهِي هيءُ سريرُ!
توبن دل کي ڏيرُ، چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي.

تون جا مٽيءَ مورتي، تو ۾ ڦوڪي ساهه،
ڪيئن ڪويتا ٿاهه، ڪندي تنهنجي ماس سان؟

متان پانيو هِڪَ، ڪَوِتا ڪيئي صديون!
سَرتين ايڏي سِڪ، سونپي منهنجي ساهه کي.

هي جيَ پَتر پيلڙا، گل ڦلين وانگر،
هِيرن جئن هُرڪَن، تن تي تِزَڪو سَج جو.

سورج مکيءَ ڪيت ۾، سينهونءَ تي پهڙو،
هڪ هٽ سانَ وهڙو، ڪئن تو ڪاهي واهٽي!

هي جيڪو آڪاس آ، توتي چِٽ جيان،
سانجهيءَ چِٽ جيان، اِن تي ڪجهہ مَن ياوِٽو؟

پتر ۾ جئن تي ڏنو، مائيڪل اينجلي،
مان بہ ڏسان توکي، ايئين ڳولي باجهہ سان.

اجا اجا اوتِ، سجَ پيالي ۾ پرين!
جيئين تنهنجي جوتِ، اونده ۾ اُپري اچي.

ڪاري رات گناهہ جئن، ياري لڳي تي،
من ڪي نڳي تي، چڙ تاريلي راتڙي..

پاٽيءَ پاتيون ولهہ ۾، مستان جن پارو،
وانديون وَسڪارو، آتر اوتون تو ڪري.

ڪُنير ڏار ڪَري، پيلا آويءَ مان ڪدي،
نِيهر جئن نہ مَري، ڪوئي ترندي تار ۾.

دِلا دِليون، مٽَ، ڪوزا، پاٽيون، ويلڻيون،
ڪُنير ڏيئِي سَٽ، آويءَ مان ڪڍندو ويو.

ڪجهه چنڊن ڪان پوءِ ٽيو، هي جو وڄُ ڏڪاءُ،
هَرڻ ڪڏيون ۽ واءُ، اُڀ ڏياٽيون ڪيتريون.

هي جا لَسَ لٽاڻ، آهي مٽان اُڀ ۾،
انهيءَ شايد واٽَ روڪي تنهنجي ڪامڻي!

سڄَ چڙهي بيٺو ڏسي، جوئر ڊوڙي ڪي،
مَن ۾ هي سوچي، باقي سَنگ گهٽو پري.

مَٽرن پئي لوڙهه، گاهه ڪپن ٽيون نينگريون،
ناهي ايڏي سوڙهه، پَني ٽَپُ پاسو وٺي.

واڙيءَ لڳو وائڙو، گل ڪريلي چاٽيا،
پيلو ٿانهه بُرو، شفق جي لالاڻ ۾.

هي جي سُئا گيت ۾، ۽ تن جي ساوَڪ،
ڪيڏي مَن ڀاوَڪ، آهي ڌرتي ٻاڪ جو.

هي جو ڪَڪڙو ڏاندُ، آ ڪاري ڪڪر هيٺ،
ڪنهن نہ مصور نيٺ، چِٽيو اهڙي چِٽ ڪي.

تون نہ ھجين جي شاعري، پَلَ نہ جيئان مان،
ھئن نہ پيئان مان، وَر وَر وتي وِھہُ جي!

ڪونا لياڪو لوڪ ۾، پاتو مون موتي،
توسان وچوتي، مورُ نہ وٺي شاعري.

مَاڌو لال حسين، آتي آور الله سان،
اھي تنھنجي ڏينَ، رڳو آسر ويل لئہ.

ڪير جئين سنياڻ، تئن تو ياد الله جي،
ڇا تو ڪڍھن پاڻ، ھن ڪي ساري پو ڏنو.

جڳ سان ناتو توڙ، ناتو جوڙ الله سان،
اڄ تہ مُھاران موڙ، ڏاچي پنھنجي ڏيھہ مان.

سينني ۾ الله جنو، ھڪ ٺي آ آواز،
آھہ اھوئي راز، ھن پوري آفاق جو.

تون ئي منھنجي ساھَہ ۾، تون ئي آن ويساھہُ،
تون جو آنھہ الله، مون ڪي مون ڪان ويجھڙو.

تون ئي آھين رات جا، ڪروڙين قنديل،
تون ئي ابابيل، تون ئي بڪين باڪ ۾.

چو نہ اڳي مون اڄ جيان، تُنهنجا ڳڻ ڳاتا،
ڪيڏا مِٺ ماتا، توسان سانوڻ مينهڙا.

اڳتي ڪان اڳتي هئين، پهچي جت نہ خيال،
تنهنجِي مام محال، ويجهي ڪان ويجهو هئين.

توڙي گنهگار، آهيان تُنهنجو اي خدا!
تنهنجو پارُ اپارُ، آهہ سدا مون سوچيو.

ڦوڪَ ڏئي ڏيئي جيان، وِسائين سنسارُ،
تون ئي اُپائڻهار، جِئَڻ مرڻ تو وس ۾.

راهون ڪيئي رب ڏي، تون ئي آن شهراهہَ،
تون ئي اي اللهؔ! آهين سڀ جو آسرو.

تون جو ڪيئي نانوَ آن، وَتي تنهنجو نانءُ،
هُريو منهنجو هانءُ، جَهر جَهر جهرڻي وانگيان.

مون مان تو ٻاهر، ڏڪِي آ دنيا طلبي،
هي ذڪرِ قلبي، تنهنجو منهنجيءَ مات ۾.

تون ئي اَلرّحمان آن، تون ئي آنهہ رحيم،
توبن آنءُ يتيم، هن اونهي اسرار ۾

فـــانِي آ فـــانِي، هـــر شـــيءَ هـــن ســنـــســـار جي،
كـــيـــڏي نـــادانـــي، جي مـــن اُن ســـــان واڳجي!

هـــر كـــنـــهـــن مـــتـــان مـــوت جا، آهـــن لامـــارا،
كـئن چئـجي پـيـارا، كـهـڙيءَ جهـٽ جهـپـي وڃي!

دوكـــو آ دنـيـــا سـڄي، جنـهـن لـئـ تـون دلـگـيـر،
دل كـــــي اڇي ڏيِرُ، وتـــــي نـــــانءُ الله جو.

الله! سـب انـســـــانَ، آهـــن تـــنـــهـــنجو پـــرتـــوو،
هـكـبـئي جو نـادانَ، ڇالـئـ خون پـِيَن پـيـــا؟

رومِي او رومِي! تـــوكـــي كـيـــئـــي ســـال ٿـــيـــا،
اَڄُ بـــ ڇو جهـــومِي، تـــوكـــي داد ڏيـــن پـيـــــا!

رڳو اُن كـــــــان مڱَ تـــون، رزق تـــــ رازق وَٽ،
جيـكـــو تـوكـي گـــهَٽِ، كـٽـــو ڏيـنـدو كـيـنـكـي.

آنءُ نـــــــ بُڌِي ربَ جي، لاتـــــــي بـــــــي آواز،
مـــون تـــي هـــن جو راز، كـــلـــيـــو ڏاڍيءَ ديـــر ســـان.

جزا ســـــــزا ۾ هـــجي، جي هـــن كـــي ايمـــــان،
جبـــر ائـين انـســـان، كـنـهـن تـي كـري كـيـنـكـ

تسبيحون ٽيون رات جو، هٿن کي تاڙن،
چڻ ڳوڙها ڳاڙن، پڙهندڙ پرڏيهي ڏسي.

مون جڏن ڪالهه ڏٺو، ڪعبي مٿان چنڊُ،
چڻ هي سارو منڊُ، جرڪِي اُتيو جيءَ ۾.

هو روشن فانوس، هُو رقصِ درويشان،
قونيه! تو ۾ مان، پنهنجو پاڻ وڃائيو.

تون ئي آ وهمُ ۾ وجهين، تون ئي آنهه اَجُر،
تون ئي چوين، "تُر، آنءُ ترازو آهيان."

سمجهي تنهنجي مام کي، ڳيچ جڏهن ڳايم،
جڏهن ڀاڏايم، شهه رڳ کان ويجهو هئين.

ڄاتا تو اسرار جي، ربوبيّت جا،
ڇالئه تو خدشا، خود کي آواهو ڏسي،

ڪالهه مؤذن بانگ، تارا سڀ ٽِپي وئي،
ڪيڏي نانهه اُچانگ، ماڻهوءَ جي آواز کي.

ڀيو ڪو هو مون جاءِ تي، مسجد هُيس مان نه،
قاريءَ خوش الحانَ، ڇا کي ورجايو پئي!

تون ئي سڀ جي ساهه ۾، سڀ ۾ تون ئي تون،
سانجهي، سمنڊ، سپون، ڪيئي ولر واءُ ۾.

پتائيءَ ڪيڏو اڳي، توکي چيو هو!
ائين ڇڏِي ڇو، سيوا تو سمونڊ جي؟

تونِ تو سمجهين جيڪڏهن، پٽَ ڏٺي آ ياءُ،
واڍوڙن وَتاءُ، رهي اڇجانءِ راتڙي.

اکيون ڏورُ ڏسِي، پيون اُفق وراهِين،
اُتي نه آهِين، جتي اوهان ڇڏيون.

تون نه ڪاٺيارو ميان، مان ئي ڪاٺيارو،
جي مان سوپارو، لڪَ نه ٿُنهنجي لونءُ ڪي.

وڃين ٿو پرديس، هينئڙو مون هيٺو ڪري،
پائي گيڙو ويس، لڙڪائيندو ڪُنڊلا.

اُتي اور الله سان، جيئين ڪوڏَ ٻُرن،
جن ۾ سمنڊ سُرن، سَرلا ڪري سڏڙا.

اُتي اور الله سان، جيئين آسُرَ جَنڊ،
پينهين سارو منڊ، ڏڏر ڏاري اُپ جا.

آتـــي اور الله ســـــان، مـــنـتـــيءَ رک مـــــاتـــــو،
ڪــڪــــر جئـن ڪــاتـــو، ڪـــري اوچي اپ جو.

آتـــي اور الله ســــــان، تـــم تـــم ڏيـــئـــــا ڏِسَ،
ڪـيـئـن نـہ ڪـدي سِسُ، اونـدهـم ســان اورن پـيــا!

آتـــي اور الله ســـــــان، آتـــي صـــــبــــــــر سِکَ،
ســو مـــاڻـهـــو مــــورکُ، جيـــڪـــو ڏک ڏسـي ڏري.

آتـــي اور الله سنــــان، هـــو جو گـــهــــرو ســـمــنـــدُ،
جنهـن مـــان ســارو منڊ، تـوکـي گــهــروي تـو ڏسي.

آتـــــي اور الله ســــــــان، آڏريــــــا ابـــــابـــيــــــل،
جن ســـــان ســـــاريءَ نـــيــلَ، اوريـــو تـــي آڪـــاس جي.

آتـــي اور الله ســــان، جنــهـــن جي خوشـــبـــو ســــان،
اج پـــنـــيــــرڪـــي ڪـــــان، جڳ ويـــو آ واســــــجي.

اتـــي اور الله ســـــان، ســــاجهــــر تـــوڙي ســنَجهَ،
جيـــڪـــو ڏسـي ڏنـجهـــ، ڏور ڪـريـئـي ڏڪـــڙا.

آتـــي اور الله ســــــان، ڳوڙهـــا پـــــري پـــانـــدِ،
جيـڪــو تـوسـان رانـدِ، ڪــيـنـهـونءَ جئن ڪـيـڏي پـيـو.

اٽي اور الله سِبان، اٽي آڏيءَ رات،
ڏيئا ڏيئا ڏات، ٻَري هن جي ٻوجهہ سان.

اٽي اور الله سان، متان ڪرين ننڊَ،
هاڻ تہ گڙي گهڊَ، توکي دور سڏن پيا.

اٽي اور الله سان، ڏيئي ٻري مهل،
جي تو ڪائي ڪهل، آهي پنهنجي پاڻ تي.

اٽي اور الله سان، سورج مُکيءَ سُنگِ،
جنهن جي پيلي رنگِ، اوريو سج اُيارَ سان.

اٽي اور الله سان، نڪتي آهي باکَ،
اکيون، ڳاڙهي ڊاک، جاڳي جنهن لئہ تو ڪيون.

اٽي اور الله سان، آيرا چڙ آپو،
جوين، ٻُڌاپو، انت انهيءَ مان ٿو اچي.

اٽي اور الله سان، ۽ ڏس سرجڻهارُ،
ڪئن ٿو اکيچارُ، ٻَبُرَ جِهنجهي ڦلُڙيون!

اٽي اور الله سان، ڪَنڊِين ڪامُون ڏسُ،
جن ڏي آيو سِسُ، ڪري چرن چيلڙا.

آتي اور الله سان، ڳتڪن تا ڳيرا،
سارا آڪيرا، ڳوڻجهن پيا ڳونج سان.

آتي اور الله سان، جيڪو بي پرواهه،
جنهن لئه گدا شاهه، ڳالهه مڙيو ئي هڪڙي.

آتي اور الله سان، جيڪو تون ۾ مون،
اندر ۾ اوتون، جنهن جون سڀ جي اَج ۾.

آتي اور الله سان، جنبهن جي وات وڙائتي،
جنهن ۾ ننڊ پوائتي، ڪڏهن تئي ڪينڪي.

آتي اور الله سان، جنهن اهو ڪيو ڪيئن،
چايون چمونءَ جيئن، مايون گل گلاب جا!

آتي اور الله سان، جڳ سچو جونو،
تڪر جو تتو، آهي مباٹهوءَ جندڙي.

آتي اور الله سان، جيڪو آهي غيب
ناهي جنهن ۾ عيب،، جهاتي ڪنهن جي جيءَ جي

آتي اور الله سان، ڪڙ پاجهارا ٻڪ،
لهسي لوهَ نه لڪ، ايڏيءَ پير چانو ۾.

آتي اور الله سان، هي سڀ جوين ڦوهَ،
آهن ڪوڙا ٽوهَ، ٽوڙي ڏاڙهونءَ ڏِک سان.

آتي اور الله سان، سنگِي ساتِي گهرُ،
پتائيءَ وانگر، ڪيئي رمتا راهه ۾.

آتي اور الله سان، ڪڏهن ڪمُ سواءِ،
هوجو تنهنجي لاءِ، مُگرا آتي ماڪ جا.

آتي اور الله سان، مري موتيو آنهه،
تون جنهن جوتيو آنهِ، پيهر هن سنسار سان.

آتي اور الله سان، جنهن جو انت نه چاڻ،
جيڪو پنهنجو پاڻَ، خوشين جون ڪاريون ڏئي.

آتي اور الله سان، چَريا چَڏ چَرچن،
متان هو سَرچن، سرلا پُڏي سڏڙا.

اتي اور الله سان، واري سڀ ويچارَ،
ميان تُنهنجي پارَ، هُو آ تَرهو تار ۾.

اتي الله سان، چِڏي ڏاڍ ڏمرَ،
جيئن پکين پَرَ، سَر تي اچن سانت ۾.

آتي اور الله سان، ايڏا ڪنپ نہ ڪوهہ،
ماريندا ڪنهن موهہ، توکي تنهنجا ڏاڪڙا.

آتي اور الله سان، ڏياتي ٻاري،
چنڊ جڏهن ساري، هُنَ ڪي اُپري آپ ۾.

آتي اور الله سان، سُٺي سانجهيءَ ٻانگ،
جيسين ساجُهرِ سانگَ، ٻانگو ٻيهارو ڪري.

آتي اور الله سان، جڏهن موت اچي،
مصروفيت ڪي، تُنهنجي ڇهي ڪينڪي.

آتي اور الله سان، جنهن جي چڱائي،
تو ۾ اجائي، مايوسيءَ ميٽي ڇڏي.

آتي اور الله سان، پرهہ نارنگي!
ڪائي سارنگي، وڄي پيئي ساهہ ۾.

آتي اور الله سان، سورج مُکيءَ سانجهہَ،
جهوري پئي جهانجهہ، جنهنجِي هن سنسار ڪي.

آتي اور الله سان، ٻاڙا ٻول نہ چوءِ،
توکي ڪوئي پوءِ، هُن سان ناهي پورڙا.

آتي اور الله سان، ڏسي جوڀَن ڳارُ،
وقت جيان لوهارُ، ناهي ڪوئي لوءِ ۾.

آتي اور الله سان، ٻُڏي ويا تارا،
هِليون لامارا، ڏين ٿيون آڪاس ۾.

آتي اور الله سان، اڇي ٿي آنڌي،
پره جا پانڌِي، ڪتي ساهِ نہ پيرڙا.

آتي اور الله سان، آتي اسر ويرَ،
ڪيڏا آن ۾ ڍيرَ آهن گل گلاب جا.

آتي اور الله سان، جيڪي چوَئي لِڪُ،
آٿ اُنهيءَ مان سِڪُ، پڙهي پڙهندين ڪيترو؟

آتي اور الله سان، پڪي پو جاڳن،
جئِن تنهنجي راڳن، رخنون پوي ڪينڪي.

آتي اور الله سان، جيڪو بيپرواهہ،
تو ۾ بُلهي شاهہ، اُپري آيو اوچتو.

آتي اور الله سان، پنهنجا ٻول چٽِي،
پنيءَ پاڻُ پٽِي، تو آهي جو اورٽو.

آتـــي اور الله ســـــان، مــكـــڙيءَ كــــان مُنـــهـــن وٺ،
پر اُن كــان سُنهن وٺ، ڪنهنڪي چوندي ڪينڪي.

آتـــي اور الله ســـــان، دم تـــي نـــ ويـــســـــاهـــُ،
ڪـيــڏو ڪـيــو پــاهــُ، آ تــو پـنــهــنجي پاڻ ڪــي!

آتـــــــي اور الله ســـــــــــان، آتـــــــي آڌيءَ اورِ،
ان جو سـڳو ســـورِ، مــــايــوســي مــن مـــان ڪـڍي.

آتـــــي اور الله ســـــــــان، ٻَڌي آســــــــــر اذانَ،
جيــــڪـــا ڪــڙڪــڙ ڪــانَ، وانــگـــر وئـــي اُپ ۾.

آتـــي اور الله ســــــان، اهـــڙو ڪـــو ســــــاتـــي،
ڇاجي دنـــيــــا تـــي، تـــنـــهـــنـجي ٻـاريٌ ويـــســــري.

آتـــي اور الله ســــان، جيـــڪـــو گـــهـــرو كـــوهـــ،
جنـهـنـجو اڃا تـوهـُ، ڪـنـهـن بـ لڳايـو ڪـيـنـڪـي.

آتـــي اور الله ســــان، جنـــهـْـــن خلــقـــي رابــيـــلَ،
جئـن ڊوڙي ڪـا ڊيـل، تـئـن تـنـهـن خوشــبــو واءُ ۾.

آتـــي اور الله ســــان، ڪـــڏي ســــــارا كـــــوٺَ،
ان جي تـوكـي مـــوٺَ، ڪُهــ ڇاٽــا كــهـــڙي مـلـــي.

آتي اور الله سان، سچائيءَ جو سوچ،
ميان مورُ نہ لوچ، ڪوڙي ڪائي ڪچ ڪي.

آتي اور الله سان، پيائيءَ ڪي پوڙ،
تڏهن پنهنجي توڙ، پهچي ويندين پاڻ ئي.

آتي اور الله سان، جيئين گوُنچ ڦٽن،
تنهنجا ڏينهن ڪٽن، سانوڻ جي ساوڻ جان.

آتي اور الله سان، جيڪا ربَ رضا،
قدمُ دورِ قضا، جيڪو روڪائي چڏي.

آتي اور الله سان، نمي ڪمي ڏس،
هي جو ماٺهوءَ سِسُ، ڏاڍو آ ڏمرائتو.

آتي اور الله سان، صبر پَلئہِ وٺ،
هي جو هيڏو هٺ، سارو متيءَ مامرو.

آتي اور الله سان، چڏي وٺج واپارُ،
تنهنجي ڪشتِي بارُ، ايڏو ڪٽندي ڪينڪي.

آتي اور الله سان، ڏرتيءَ چمي ڏي،
جيڪا سج لٿي، ايندي تنهنجي بڪَ ۾.

آتي اور الله سان، ڳچيءَ کر ڳارا،
ماٺهو ويچارا، پڄي پوندين ڪڪَ ۾،

آتي اور الله سان، پکين کان اڳ ۾،
تون تن جي دڳ ۾، ٻولي پنهنجون ٻولڙيون.

آتي اور الله سان، ڪونجن کيو ڪُرلاءُ،
سارو روهہ رُلاءُ، جاڳي آتيو جيءَ ۾.

آتي اور الله سان، صدا ڪري ڏس!
ڳدا ڪري ڏس، اُنهيءَ جي آڱنڌ ۾.

آتي اور الله سان، ٻي ڪنهن ڏانهن نہ ڏِس،
سندس ٿي ساهِس، هر ڪنهن لاءِ جهان ۾.

آتي اور الله سان، رُسامو ڇڏ،
ڇاڇو مامو ڇڏ، موت نہ ڇاٽي مائٽيون.

آتي اور الله سان، رَيتي هرڪا روءِ،
اُنهيءَ جي خوشبوءِ، واسي ويهہ خيال ۾.

آتي اور الله سان، ڏندا ڏاڙيون ڇڏ،
اُٿ آڪيرو آڏ، جتي جايون عرش جون.

آٿي اور الله سان، آٿي رمتا روحَ،
آٿي جيئين ڪوهَ، ڳڙن پوئين پهر ۾.

آٿي اور الله سان، جيسين آهه پساهُ،
سڀ ڪجهه آهه اللهُ، پيا سڀ پاڇاوان آٿي.

آٿي اور الله سان، ماڻهوُ سڀ پَٿون،
اُنهنِ اوري تون، متان وڃي ڏنگجي.

آٿي اور الله سان، جيئين مور نچن،
ٻنا ٻوڙ اچن، تو وٺ سانوڻ مينهڙا.

آٿي اور الله سان، ڪوسُ ڪري يا ڪِيسُ،
متان پنهنجو سيسُ، پيرن ڪان پري ڪرين.

آٿي اور الله سان، جيڪو ڏيٺهار،
ڏات سندو ڏاتار جيڪو سانوڻ مينهن جئن.

آٿي اور الله سان، وِتي ڏيندو تو،
تو اڏ ۾ ڳاتو، آهي پنهنجي گيت ڪي.

آٿي اور الله سان، ڪنيءَ وانگر ڪِڙُ،
ڪِڙِي ائين مِڙُ، سڀ ڪجهه سانديي پاڻ ۾.

آتـــي اور الله ســـــان، پـيـــا ســـيِ لاتِ مـنـــاتِ،
رڳو هــن جي ذاتِ، تــُـڪــــر تِيـــرا نـــه ٿـــئـــي.

آتـــي اور الله ســــان، بـيـــا ســـيِ لات حـــبــل،
چاهـــي جي تـــه جبــل، جهـــوري وجهـــي جَهــٽ ۾.

آتـــي اور الله ســـــان، پــولـــيءَ پــولَ نـــه ڳول،
منهـنـجا ڏولَ، نـه ڳولِ، ٻاجهــارو سيِ ڪـجهـه ٻڌي.

آتـــي اور الله ســــان، آتـــي تــنــد تــنــوارِ،
پـوئـين، پـهـــر پـڪـــارِ، تـــربــر وجهـي تـــرٿلـو.

آتـي اور الله سـان، گـهـڙيءَ گـهـڙيءَ ڪي گـهـورِ،
ڪـارونـجهـــر جي ڪـورِ، جيـئـين نـچن مـورٽـيـون.

آتـــي اور الله ســـــان، تـــون تـــنـــهـــائـــيءَ ۾،
لائـــي چائـــيءَ ۾، جيـــڪـــو تـنـهـنجو واهِـرو.

آتـي اور الله ســان، آن جهـــڙي ڪـنـهـن سـونـهـن،
ورهــين لاءِ ورونـــهَن، آن ســـان پـل جي ســـاٿ جي.

آتـــي اور الله ســــــان، ڪـــوئــــي اوراٿـــــو،
پُلـــيءَ جو پـــاٿـــو، مـــتـــان تـــو مــلـــي وڃي.

آتــــي اور الله ســــــــان، اجا وِتـــــي آهـــــ،
تـــو چو ڳِتـــي آهـــ، جڳ جي جوتـــي ڳالــهـــــڙي.

آتـــي اور الله ســــــان، اُنــهـــيءَ ۾ ويـســـــاهـــُ،
تـوڙي تـــئـي پـاهــُ، ڍَوُ نـــ كــري ڍونـــڍ ســـان.

آتــــي اور الله ســــــان، اوچو نـــ ڳالــهـــــاءِ!
هِيـــئـين سـين هَنـڊاءِ، كـنـــهـن جي آن دربــار ۾.

آتـــي اور الله ســان، جنـهـنجو مُنـجهـــ آ ســمـجهُ،
جنـهـنجو ســارو ڏنـجُهـــ، آهـي پــرک پـڇاڻ لاءِ.

آتـــي اور الله ســـــان، جنـــهـــن جا ڏمــــــر ڏاڍ،
جيـئـــئين واڍي واڍَ، جيــكـــو گـهـــڙي كـاٺ مـــان.

آتـــي اور الله ســــــان، جِيــــئـــين پـــاتـــي ٻرَ،
آيـــا كـيـــنـــجهـــر تَرَ، اڌري اســــر ويـــر جو.

اتـــي اور الله ســــــان، جيـــــئــين ڏيـــئـــي لاٺ،
تــاهـي پــنـهـنجي واٺ، اوري تـي اونـداهـــ ســان.

آتـــي اور الله ســــــان، جڳُ مـــنـــهـــنـجا جاڏ ـــي،
فـــــانــــي آ فــــانـــي، اُڌري ويـــنـــدو اوچتــــو

آٽي اور الله سان، آهين ٻـ ٽي پلَ،
ڪنهن کي ڪهڙي ڪل، جوڻي جيون جوڙَ جي.

آٽي اور الله سان، ڪنهڙا ڏولاوا،
شُڪر ڪَر چاوا، جو هُن توکي چونديو.

آٽي اور الله سان، توبهه تائب ٿيءُ،
۽ پوءِ غائب ٿيءُ، هن ڏرتيءَ تان غيب ۾.

اٽي اور الله سان دنيا عقبي ڇڏ.
هتين خالي لڏ، هاڻِ پريءَ بازار مان.

آٽي اور الله سان، سَرهِي ٿي ساواڻِ،
آٽي پيري ماڻِ، هن جي وڻ هيٺان وِهي.

آٽي اور الله سان، هو جو گهاٽو بڙُ،
توڙي سندس وَڙُ، توتي تِڙڪو نـ ڪري.

آٽي اور الله سان، آٽي گلَ گناهَ،
انهن ساَن الله، توکي آهي واسيو.

آٽي اور الله سان، جي تون گنهگار،
هن جهڙو ڪو يار، ناهي ڪنهن کي ويجهڙو.

آتي اور الله سان، چنڊ جيئين چمڪي،
اُنهيءَ سرهه تي، جيڪو رَسي چوٽ تي.

آتي اور الله سان، ناهه ڳجهارت جو،
ڪهڙي پارت تو، اَن اڳيان اوڏو ڪندي.

آتي اور الله سان، اٿ نه ڳهارو وجهه،
تيسين ڏارو وجهه، جيسين چنڊ هلي پيو.

آتي اور الله سان، ڏسي ڪنڊيءَ وڻ،
وُنو آ ساڻوڻ، اجهو نڪتيون ڦُلڙيون.

آتي اور الله سان، ڏسي ڪنڊيءَ گل،
رنگ هلاچا هُل، ڪيڏا آهن سانت ۾.

آتي اور الله سان، ڏسي آسر چَنڊ،
جڻ هي سارو منڊ، تهجد منجهه تَري پيو.

آتي اور الله سان، ڏسي جهڙ ڳهاتا،
مَڏُ سوين ماتا، سُرڪ انهيءَ جي ساهه ۾.

آتي اور الله سان، آئي آسر اِذان،
چوڏاري اِنسان، آهن ڳهريءَ ننڊ ۾.

آٽي اور الله سان، ٻيو فسق فجور،
سينو ڪوهِ طور، آهي هن جي ناٺوَ سان.

آٽي اوو الله سان، ميان ڇڏ ماٺو،
جنهن داٺو داٺو، لکيو آهه للاٽ ۾.

آٽي اور الله سان، موت نہ تنهنجي ماتِ،
جنهن جي هر هڪ ڳالهاتِ، ڇاٽي تنهنجي شاعري.

آٽي اور الله سِان، جنهن جا ڪيئي ناٺوَ،
تنهنجي آويءَ ٺاٺوَ، جن جو پتو ڪينڪي.

آٽي اور الله سان، جيڪو رڳو نيتِ،
جنهن ۾ ڪابہ ڪُريت، ناهي جوٽي جڳ جي.

آٽي اور الله سان، ڏس هي اٽرڙو،
آ ڪيڏوَ ڪَرڙو، پويا ڙيءَ جي پهر ۾.

اٽي اِور الله سان، ڪوٽا مايا مپ،
ڪيڏي تن ۾ ڏپ، آهي اَگري ڪُوڙ جي.

آٽي اور الله سان، اَن جئن ڪو ڏاتار،
جيئين ڪو ڪتار، سِٽون ڪَتي ننڊ ۾.



# نوٹ بوک جا ٽڪرا

• ايوب خان سان ٽڪر، قيدي ڀُٽو، ساهيوال،
ايئن اچي ٿو ياد، ٿيو هو سڀ ڪجهه ڄڻ پرَ سال.



اڄ تائين مون ياد اَچي ٿو ڇو ناراڻ شيام؟
ڪن جي لاءِ سنو سين ڪيڏو، آخر ڇا انجام؟



• ڪلهه ابڙي جي سنگ ڪَٽي هُئي گهوڙا ٻاريءَ راتِ
ڇاڇا ياد اچي ٿو هاڻي، ڪهڙي ڪهڙي باتِ.



• اڄ تائين آ يادِ اَسان جا رات گذاري راويءَ ۾،
چنڊ پيو پاڻيءَ ۾ لرزي، عشق هيو ڄڻ آويءَ ۾.



تون جو مون کي ٿو رنجائين، مون جئن دک سهندين؟
مون جئن ڏکَ ڏسي تون پيارا پَلُ نہ هڪ رهندين.



سات نہ هلڻا آهن توسان تُنهنجا ڪوڙَ ڪروڙَ،
آنءُ ڏسان ٿو ڪيئن ڪِلي ٿي توتي تنهنجي لوڙَ!



هن دنيا ۾ تو پنهنجي من ماني تہ ڪئي، پر آخر؟
نيٺ تہ ڪِرڻو آهين، تو جولاني تہ ڪئي، پر آخر؟



دنيا مڪر فريب سوا ٻيو ڇاهي دنيا ساري مطلب جي آ،
جنهن ۾ ڪوئي مطلب ناهي اُن جي ذات اڪيلي آ.



---

• ڀٽو:- قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽو.
• ابڙو:- جمال ابڙو.
• راوي:- لاهور ۾ ندي.

اندر ۾ هو بگهڙ ٻچڙو، ٻاهر ماٺهوءَ منهن،
مون کي لڳندو رهندو کيسين وَر وَر ماٺهوءَ مُنهن؟1

●●

وِيرَ وڏي وئي آهي هاٺي ٻيٺو غوطا کاءُ!
کير چوي ٿو توکي ايڏا کيکٽ چونڊي آءُ.

●●

لوءِ! لٽاڙ پيلي تون، مون کي ٻول نہ تون ٻاڙو،
تنهنجي لاءِ سدائين مون ۾، پيو تنواري تاڙو.

●●

هِن کي ماريو، هُن کي ماريو، ماريو، ماريو، ماريو!
سڀ جو موت ڏسان وينو مان، چالئہ پيا تاريو؟

●●

الله کنان ٿو کونہ ڊڃين، ٿو هيٺي تي هتيار کٽين،
معلوم نہ آ ائن ماٺهوءَ جي، ٿو ڇاجي لاءِ ڏکار کٽين!

●●

کُتا پونکي پونکي توتي، ڇُپ کندا پاٺهي،
تن کي اڄ لنواءِ ميان، ۽ ڇُپ کري لِک ويهِي!

●●

کانياٺيءَ مان ڳوڙهو نکتو، پنڇي واريءَ تي،
کَهل جيان کو جذبو ناهي، چانڙَ نہ ماريءَ کي.

●●

الله انهيءَ ۾ خوش آ جي، پرگهور لهين بيمارن جي،
چو هر کنهن کي ايذائين ٿو تون، ڳالهہ نہ کر تکرارن جي.

●●

---

● کيکٽ:- Oysters

تــو پاڻ تــہ بدلايــو نــاهــي تــو دنــيــا بــدلائــڻ چاهــين؟
تون دنيا چا سمجهي سگهندين، تو پاڻ نہ چاتو آ چاهين؟

●●

انــســان تــہ ظالــم جاهــل آ، پــر اشــرف ڪــوڪــو آهــي،
مــاڻـهــوءَ ٻاهرُ تــہ نــہ ڏس ٻــاهــر تــہ رڳو ڏوڪــو آهــي.

●●

تون چاهين تــو ڏنار تــيــان، تــو ۾ تــہ ٻــگـهـڙ جــو واســو آ،
هــيءَ تـنـهـنـجي تقــرير رڳو، هــڪ دوڪــيــبــاز دلاســو آ.

●●

آ بوند نہ برسي ماڻهوءَ تي، هوءَ ڪوڙا ڪارونيار هيا،
سي مات ڏئي ويا ماڻهوءَ کي، جي جڳ جي جڻہ جڻہ ڪار هيا.

●●

ڪا تــہ ڪَئي اڳ تنهنجي، هوندي جنهن لئہ اي قابيل،
بــاڪ قـتـيءَ ڪــان پوءِ اچانــڪ، ڇُرو هــنــيــو هــابــيــل؟

●●

سڀ کي پنهنجا ٻار ٻچا ها، جڳ جي ٻار ٻچن کان پيارا،
ڪوڙا ٿي پل ڇو نہ هجن، پر پوءِ بہ سچن کان پيارا.

●●

چــنــگهـــہ پــيـــو مــنــدڪــائــي قــاڙهــو، ڪــيــڏو آ لاچارُ!
ڪــامــورو ڪــنـهـن ڪُڏٽي تــان، تــو ڪــيــڏي هيٺ شــڪــار. ●

●●

مــيــان ڇــپــن ۾ مــرڪ چڳي آ، نــانــهـــہ اهــا ڏنــد تــيــز چڳي
ڳالهــہ نــہ آ جا ڪــائــي ايڏا، تــنـهـنـجي مــنـهـن ۾ تــيــز چڳي.

●●

---

● ڪُڏٽو:- ڪانهِن جي وچ ۾ شڪار ڪرڻ لاءِ ويهڻ جي جاءِ.

طوطي خاني ۾ نقبارو، ڪيئن وَڃائين ٿو؟
هي ماڻهو ڪي ماڻهو آهن؟ وقت وڃائين ٿو!



منهنجي لاءِ علاج اجايا، تون ئي آنٔ شافي،
"اياڪ نعبد" آنءُ پڙهان جي، منهنجي لئہ ڪافي.



تون جو چاهين چاهـِ، مگر ڇا رب پيو چاهي،
اِن جو هن تاجي پيتي ۾، ڪجهہ بہ پتو ناهي.



جي بہ ڪهيا سي ڪونہ رهيا، جي پُڇ تہ مثال هزارَ،
منهنجو جو رکوالو آهي، جو تنهنجا سڀ اِسرارَ.



ربَ ڪنان تون ڏاڍو آن، ڪيڏو نہ ڀُلل آهين!
تو مايا ۾ موهہ صدين لئہ، پر ڪو پل آهين!



تنهائيءَ ۾ تنهنجي ويجهو، ڪيڏو آهہ خُدا!
دل درياهہ جيان اونهي آ ناهي چنڊ جُدا.



نيٺ تہ ماڻهون مات ٿئي ٿو، نيٺ تہ ماڻهوءَ مات،
هي سنسار سدا تہ نہ رهندو، رهندي رب جي ذات.



آءٌ اُجايل، رُڃَ رُلايل، ٻاجهارا ڀر ٻُڪُ!
منهنجي ڄڀَ ازل کان آتي، ڪوئي پاڻيءَ ڏُڪ!



...ڪتاسين، هن دنيا- ڏوڪي مان،
...رحيم ڏنوشين، جيءَ جهروڪي مان.

●●

...ڙ ڪَنڌُ نوائيءَ روئي، مَاجدلين ڦتڪي،
...ي آهہ ڇُهي وئي، ڪيڏا رَت ڦڙا ڪَتِ ڪي!

●●

هرڪائي ڪَئي آڏو ايندي، آ ڪابہ ڪئي وئرت نہ وئي!
آ قدرت ڪان وسري نہ وئي، تو دل ۾ جيڪا ڳالهہ چَئي.

●●

ڪنهن آرڙ جيان ٿي شام اچي، ۽ عُمر ڪي ڇڻ ڳڙڪائي ٿي!
تو پنهنجي لاءِ خدا ڳوليان، ڇڻ هيءَ تنهائي کائي ٿي!

●●

هان، ڏِسُ هي فرعون ٻُڏي ٿو، ترس نہ ڪوئي نيلَ
يري پئي آزاد سفر سان، موسي جي زنبيل!

●●

سچُ بہ مردو ٿي ويندو آ، اهڙا ڪيئي دليلَ،
ڇا ان لئہ بہ ضروري آهي، صورِ اسرافيل؟

●●

ڪالهہ بلال اِذان ڏني، جنهن وقت مدينی ۾،
ڪيڏو نور بکيو ٿي هن مان، سچُ هيو ڇڻ سيني ۾!

●●

تون جو رستو ڳولين ٿو، آ راهنما تو سان،
پيو سات ضروري نہ آهي، جي آهہ خدا تو سان.

●●

ٿنهنجي رحم وڪرم سان ٿنهنجو، قهر نہ چاڻان ڪئن ٿو ٿم
علم عقل ان راهہ مٿان، دن رات پيو چڙ ويندي سهڪي

●●

هوءَ عِشا جي بانگ ٿيپي وَئِي، مسجد جا مينار،
منهنجو روح ڪري ويئي، جڻ هن ڌرتيءَ کان ڌار!

●●

ڏوتِي هي دنيا آ ڏوتي، هن دنيا کي تياڳ!
”انت بحر جي خبر نہ ڪائي،“ جهاڳ سمندر جهاڳ!

●●

هرڪوئي ڪيڏانهن وڃي ٿو، ڇو نہ پڇان ڪيڏانهن؟
پنهنجو پنڌ بہ ساڳو آهي، وڃڻو آ تيڏانهن.

●●

ماڻهوءَ مَن اڀوجهو آهي، ڳَتيل سُت سنسار،
جنهن لئہ هر ڪاتيار چوي ٿو، ”ڇاٽي ڇاڻٽهار.“

●●

ڇا نہ هَڏي تي هوڏ لڳي، پَئي آهي دنيا ۾،
اُن جا چوپيندڙ ڇا ڇاڻن، ملي ٿو جو عقبيٰ ۾!

●●

ڏن دولت تي ايڏي آڪڙ، ماڻهو ڏينهن ٻہ ٽي!
تو نہ ٽجوڙي رهندي، ويندين پنهنجا ڏينهن ڪَٽي.

●●

ڇو نہ اياڻا ٿو ويچائين، انت اهوئي آهي،
سڀ ڪجهہ هتڙي رهجي ويندو، ڪٽڻو ڪُجهہ بہ ناهي.

●●

ڇڻ تہ مٽيءَ جي ماٽي سامهون، ٻيٺو سوچي سنت ڪبير،
”هيءُ جڏهن ماٺهو هوندو هو، اُن جو ڳر نہ پيرِ!“

●●

اڳ جئن ساڳي دنيا آهي، ڏک بہ ساڳو سُک بہ ساڳو،
جنهن سان ڏک ڏتاري ڪوئي، آ ماٺهوءَ جو مُک بہ ساڳو.

●●

ڪير بہ اِن ڪان وانجهي ناهي، ساڳو جڳُ خلل آهي،
سو پَلُ آهي سجايو تنهنجو، جو ساغر سان پل آهي.

●●

پيرِ مغان جي دير ڏٺي سي، تو جئن ڪوئي ڪونہ هُيو،
جنهن ۾ تو جئن ڏانڌَ ٻرن، ڪئن چئجي ٻيو ڪو چو نہ هيو!

●●

دل ۾ سير ڪرين تون جيڪر، ڪوبہ چمن اهڙو ناهي،
تون دنيا جا باغ گهمي ڏس، سرَو سمن اهڙو ناهي.

●●

آهہ ڳجهارت ماٺهوءَ جو من، جنهن جي پيڄٽي ناهي،
ڪير چوي ڇا آهہ ڪهاڻي، انت حقيقت ڇاهي!

●●

تو وٽ ڪِنجهر، مون وٽ ڪانجهِي، پوءِ بہ تون مٺي،
آءُ انهيءَ جي، در تي جنهن وَٽ، چانڊوڪي ڇٽي.

●●

”هَنسَ ڇڏي هي مانسرو وَر، وڃٹو تي ڪيڏانهن“
”ڪوبہ پکي هت رهٽو ناهي، ٻيا بہ ويا جيڏانهن“

●●

---

● ڪِنجهر:- مٺو مال.

ڪوبہ سپاٽي ساٿُ نہ ڏيندو، اڄ جو ساٿُ سهائو آهي،
جو توکي ڀيو ڏينهن ڀَسائي، اهڙو ڪوئي ڪائو آهي؟

●●

ڪونہ ڏٺـو ٿِي ڪانُ، انهـيءَ مـان جو منهـنجو آواز؟
تون تہ رڙهڻ لئہ پيدا ٿـيو آن، ڪيئن ڪندين پرواز!

●●

آنءُ ڪـهاڻيءَ منڊ نـہ ڄاڻان، ڪيئن چوان ڪِٿ ڪُٿي!
ڪـيئن چوان هـي تَندُ اچانـڪ، ويـندي ٿـي ڪِٿ ٽُٽي!

●●

هـي دنـيـا آهـہ سـراءِ هـتي، تـون چار ڏهـاڙا رهـڻـو آن!
ڏرڻو مـاري ويهـہ نـہ پيارا، نيٺ هتان تون ڪـهڻو آن!

●●

تون نـہ اگر رهندين او پيارا، دنيا پوءِ بہ هلندي رهندي،
بسنت رُت ۾ سونهن سرنهن جي، ڦولندي ڦَلندي رهندي.

●●

تنهنجو ڪنهن کي اونو رهندو، هر ڪوئي ڪم ڪار اَسَهندو،
شايد ڪوئي لڙڪ بہ لاڙي، تو وٽ چار گهڙيون ڪي رهندو.

●●

نـيـرڳيـون نـيـراڻ ۾ آڏري، وچن ڀـيـون ڪـيـڏانـهـن؟
ڄاڻين ٿـو هَرْ مـاڻـهـوءَ جو آ، پـنـڌ پـري تـيـڏانـهـن.

●●

جيــون- ڀِنَ مــذرتـا ســاڳي، ڪـانـہ ٽُـٽـي هـڪ تـارَ،
ڪـيــڏا نــہ هــن دنــيــا ۾، جيــوَن لــوڏا آيـا يـارَ!

●●

تون جو سوچ ڪنان اوچو آن، توتي سوچان ڇا؟
پرواز ڪنان تون پرتي آهين، آنءُ اُڏامان ڇا؟

ڪجهہ بہ نہ رهڻو آهي، هر شيءِ انت فنا آهي،
سڀ ڪجهہ لوڙهڻي ويندو بس، درياهَ بقا آهي.



پارنهن ماسيءَ وانگر سڀ ڪجهہ، سارون ئي سارون،
ڪيڏا ماڻهو پار ويا جي، تن جون ڪيئي پڪارون.



انت ڪال تائين ڌرتيءَ تي، مون وانگر ڪيئي،
جن کي ڌرتيءَ ڪيو روانو، ڪيئي ڏک ڏيئي.



هن ڌرتيءَ تي ڪوبہ نہ رهندو، دارا يا اِسڪندر،
ڪيئي قصر ويا ٿي مِٽي، رهندو ماڻهوءَ اندر.



ماڳ اچا ڪجهہ دور لڳي ٿو، مَتان پَئين ساهي!
گهوڙا وِڪَ ڏري ڪر هاڻي، هينان آ ڪاهي.



ساري رات اُڏاڻين ڪرها، ڪاُڪ ڪنڌيءَ ڪان دور،
ايئن لڳي ٿو توکي مومل، ملڻي ناهي مورَ.



هونءَ تہ جهرمر ۾ جِي ڏسجي، جاني آهہ جهان،
پو بہ هلڻ هارا! هلڻو آ، فاني آهہ جهان.



---

ٽ ڪال:- جڳ جو خاتمو

هيءَ گهڙي جا پاڇوڪڙ آ، وري نہ تو ملندي،
دور جهروڪا کولي توتي، هيءَ پئي کِلندي.

●●

هيءَ گهڙي گهمسان هنائي، دور رکين تہ چڱو،
آهي جا ايکانت اندر ۾، سا سانڍين تہ چڱو.

●●

پورائيءَ ۾ پال کيا تو، ڏاهپ سارا ڏنپ!
اندر باهر تون ئي آهين، کوهيان ٿو مان کنپ!

●●

کوبہ نہ ٿيو آهي دنيا ۾، موت کنان جو آجو،
ڏس هڪ ٻي اڄ باک ڦٽي، فڪر آٿي ڇا جو؟

●●

کيئي ايندا کيئي ويندا، هي مهمان سراءِ،
هن جي کنهن سامان سڙي سان، پنهنجي دِل نہ لڳاءِ!

●●

اڄ سيني جو انت اهوئي، سارتر کاموءَ جئن!
موت سن کي رڙکائي ٿو، ساڳي واڳوءَ جئن.

●●

چوکنڊيءَ چوڌار ڏنو ٿي، چنڊ جڏهن ڦيرو،
چار سِرُون اُن ۾ کاشيءَ جون، هاري هو نہ وڏيرو.

●●

وَڃِي فنا کي ويجهو کوئي، ڇُهي بقا ويجائي،
کاش! اُنهيءَ کي پائي ماٺهو، سچ سمورو پائي!

●●

دل ڪعبو آ، اُن ۾ لات منات هزارين، ڏيکاري ڏين ٿا،
ڦـرِي ڦـرِي سي ڦـيرا وَر وَر، دل جي چوڌاري ڏيـن ٿـا.

●●

مـوت ڏسي تـو ڪوريئڙي جان، مـاڻهـوءَ ڇُرپر ڪي،
هـونءَ تـہ ڪـيئي ٺهـڪ ڏئي تـو، هن جي هُر ڪـر تـي.

●●

اڪيون ادل جون پرن مـشعـالان، نيٺ وسامي ويـنديون،
جوت اِها اونـدهـہ ۾ هـو، ڪـيـڏانهـن ڪـٽي ويـنديـون.

●●

مـوت مـتـائـيندو هر بـئـنسـر ڪي، لاڙِ وڃين ٿـي ڇو؟
ڪيئي ايندا ويندا، هڪ لاڏل تي لاڏ ڪـرين ٿـي ڇو؟

●●

شـهـد ڪـنـان مـاڻهـوءَ لـئـہ مِـنـو، جيـون جو ٿـوٽـو،
مـــاڻـهـــوءَ پـيـــار آجايــو آهــي، جڳ ســـارو جُوٽـــو!

●●

ڪوڙڪِين سيـنـي تـان ٽپـي ويـو، ڪـيـر هـيـو ڦـاڙهـو؟
شـــام شـــفـق تـوڙي ڏنـدلائـي، رنـگ هـيـــو ڳاڙهـو.

●●

ڏادِو وَسُ ڪـيـــائـون ڦـــاٽِي، ڪـونـہ ڍِبـيءَ آڙِي،
ڪـئـين آلا جي اڏري ويـئـي، مـــوتَ گـــهـــٽـو تـاڙِي؟

●●

بـاهـو! هـي جڳ راتـاهـو آ، ڪـئـن نـہ ڦري تـــو هُو،
مـوهـہ ويـو سـڀ مـان مـاڻهـوءَ جو، جئن تـو آڪـيـو هُو.

●●

ڪنڌڙيءَ وارا ڪير هيا، جن تنبوري تڻ تڻ،
تي آڪاس نچايو سارو ۽ ڌرتيءَ ڪي پڻ.

●●

رات ڏٺو شهباز قلندر، آيو هو در تي،
باڪ ڦٽيءَ جو ڪيف عجب ڪو، ڇايو هو در تي.

●●

رومي دسترخوان مٿان، جو ويٺو هو مون سان،
تنهن فرمايو، "موت ڪِرَهه جئن آهي ڇڻ تو مان."

●●

عشق الله سان سچل لاتو، سڀ تنبورا سَتي!
هڪڙو ئي آواز ته آهي، جنهن سان پيا ڪئن مَتي.

●●

بُلهي شاهه اڇي گهر منهنجي، روز هٽي تو سَئن،
جيڪا من تان مونجهه هٽائي، جيڪا چت ڏي چئن.

●●

تون تبريز ڇڏي ڇو مون ڏي، آيو آهين شمسَ؟
پيهر هيٺ گهرايون سج ڪي؟ ڇا تو چاهين شمس؟

●●

حافظ! تنهنجي رِندي مون ڪي، راس نه آئي ڇو؟
آه ڏُک تري ۾، مَئه ڇا لاءِ بچائي تو؟

●●

ننڊ ته مون ڪي ڪانه اچي ٿي، آهي آڌي رات،
ڪيڏا ماٺهو ياد آچن ٿا، موت ڪيا جي مات

●●

گِرهہ گِرهہ تي مُهر پرينءَ جي، پَهر پَهر تي مَهر
ڳوڙهو وچ تہ هن جا آهن، قَهر بہ کهڙا قَهر

●●

هي جو قلندر لال پيو ٿو، سيوهڻ منجهہ سُجهي
هُن جا پيرَوڪارَ بڻايا، کهڙي ڳُجهہ ڳُجهي

●●

تنهنجي ربُوبِيتَ ۾ وحدت ڪئن، جُهلائي ڪوئي،
خوشبو هر رابيل ۾ ساڳي، آهہ سمائِي توئِي

●●

حسن ڏسِي يا عشق ڏسي، ڇا موت مُڙيو آهي ڪنهن ڪان،
جهول ڀَري ٿو، بکاري جيوَن جنهن، تنهن ڪان.

●●

ڪنهن بہ ڀَلائي ڀالُ ڪَئِي تو، پنهنجي لاءِ چڱائي آ،
ٻَڌ اي مائيءَ لال! چڱائي هر ڪنهن لاءِ سجائي آ!

●●

ڇو عمر وڃائِي تو ايڏي آ، هاٺي سچَ پهاڙن ۾!
ڇالاءِ جواني ڪاٽي تو، پنهنجن اونداهن لاڙن ۾؟

●●

مون ڀانيو درويش، فقط هي دلق نہ آ درويشي!
پنهنجو ڪوبہ حساب رکيو ٿي، پاڻ اڳيان ڪا پيشي؟

●●

هونءَ تہ تو وٽ آهہ عدالت، منهنجا گهاوَ تہ ڏس؛
بات بات جڻ تير تئي ٿي، خلق سياوَ تہ ڏسر

●●

هي آهہ حياتي ماڪ جيان، جي پتي تان ٽپڪي تہ وئي،
تون اِن تي بانور ڪر نہ ميان، جي ٿوري اک جهپڪي تہ وئي.

●●

هي ڏرتي آهہ ازل جي ٻڪيءَ رءِ آهہ گرهہ جئن جان ميان،
تون ويندو رهندين هٿ ڇنڊي، ڇالاءِ اهي سامان ميان؟

●●

هي ٿورو وقت سَراءِ آٿي، بس رات گذاري نڪري وڃ!
جو وقت اٿي هٿ جاءِ اٿي، بس رات گذاري نڪري وڃ.

●●

جا ويل وئي سا لهر جيان، پيهار نہ موٽي اچٽي آ،
آ ڪارو ڪارنيار پريان، هي دنيا اچٽي وڃٽي آ.

●●

ڪجهہ وقت حياتيءَ تي ايڏو، ڇا لاءِ تڏهين ٿو اي باهو!
تو ڪٿ پپر جي ڇانو وڏي، ڇالاءِ وساريو الا هُو؟

●●

اي بلها تون الله تئين، ان ڪان تہ اڳي انسان هجين،
ٿو دور ٻڏو ڪانير وڃي، بهتر آ ان جو بار وندين.

●●

تون آنهہ ڪرائي دار جيان، ڪُجهہ وقت انڌيريءَ گهٽيءَ ۾
آ باک ڦٽي ۽ عمر ڪٽي، اَٿ هل تہ هلون ٻيءَ گهٽيءَ ۾.

●●

اَٿ پوئين گهٽيءَ ڪان پويي، مڪتب نہ ڇڏين ٿو دنيا جو!
ٿي ڏاڍي دير وئي آهي، ڪو الڪو توکي عقبيٰ جو؟

●●

چالاڪ پيو ٿون ائين ڇُهتين، اي يار جياپي- پَل پَل سان؟
اک پوٽ تہ ڪيڏو چئن آهي، بس جان ڇُٽي هر مَرجهل ڪان!

●●

هي دنيا آ رين- بسيرو، پوءِ ڪٿي آڪيرو؟
ڪئن ڇئجي تون اُڏري مون وٽ، پيهر ڏينديئين ڦيرو!

●●

اَتي پرهہ ٿي آهي، هاڻي اَتي نہ! هٿ منهن ڌوءِ!
پيو هڪ ڏينهن خدا آچيو آ، ڪهڙو گيت ڇيوءِ؟

●●

جيڪي بہ وَيا هُن پار اَتان، سي موتيا ناهن،
هِن پار پُڄائن ڪَنڌيءَ تي، ڇا ڪي پيڙا آهن؟

●●

جنهن وقت پتڻ ڪو پور ڪَيو، ڇئجانءِ تہ مان ڪونہ آهيان،
درياهہ پُڇي جنهن وقت پتو، ڇئجانءِ تہ مان ڇونہ آهيان!

●●

هر موت اچانڪ جهٽڪو آ، ڇڻ گهوگهي ڏيئي ماري ٿو
هر ڪوئي ان ڪي ٽاري ٿو، پر ڪيسين ڪوئي ٽاري ٿو؟

●●

هر چيز ڪسي ٿو ماٺوءَ ڪان، ٿو موت اڇي ڏاڙيل جيان،
حيران نہ ٿي ايندو آهي، هُو اڳ ۾ طئي ٽيل ويل جيان.

●●

اَٿ هاڻ هلون او وڻجارا، سڀ وڻج وڪامي ويو آهي،
اڄ سيءُ وڏي ويو آهي، هر ڏانڊ وسامي ويو آهي.

●●

أت تہ اَڏامــون اي پنڇي! تــو ڪــيــڏي لات ڪـئـي آهــي
رابـيـل ڦـٽـا آهـن ڪـيـئـي، بـس! تــوري رات پـئـي آهـي.

••

توڪي بہ تہ مرٽو آهہ ميان! هي رنگ رليون ڪيسين تائين؟
گهر گهاٽ اهي ڪيسين تائين، هي ڳوٺ ڳليون ڪيسين تائين؟

••

هن گهر جا در جيئن تو کولين، تا تاڪ اُنهيءَ جا بندِ ٿين،
ڪـو ڳاڻهـوءَ نـاهي ڦيـرن جو، تــا واڪ انهـن جا بـند ٿـين.

••

اي ڪونجَ وڳر، تون ڪنهن تہ نگر، هي پنک پساري ويٺو آن،
هـي تـل تـلاءَ ڇڏي سـارا، جهَـر جهـنگ وسـاري ويـٺـو آن،

••

هـر ڪـنـهـن ڪـيـتـو ڏيـٺـو آهـي، ڪـرٽـي پـرٽـي آهہ،
آهـــہ نَدي ۾ تِڪ، اڪـــيـــلـــي پـــار اُڪـــرٽـــي آهـــہ.

••

• تـــو ڪـــوئـــي گرجيـــف ڏٺو، آ پــئـــــرس واســي هــو؟
هـــن دنـــيـــا جي انـــڌيـــاري ۾، پـــورن مـــاســـي هـــو.

••

ڪئن ڇئجي تون رويا هئينءَ، يا سچ پچ ماڻهوءَ روپ هئينءَ!
پر ان ۾ شڪ آهہ نہ مون کي، تون ڪوئي روپ اَنوپ هئينءَ.

••

ڇا هـي دل ۾ چاهـہُ اَٿـي، تـون مـســجدَ جو مـيـنـار ٿــئـين،
جنهن وقت گهنا گهنگهور، اچي، تون اَن ۾ ڪارونيار ٿئين.

••

---

• گرجيف:- ڪرستان اسرار پسند (صوفي) جنهن انقلاب روس کان اڳ روس ڇڏيو ۽ جنهنجو مشهور روسي فلسفي اوس پنسڪيءَ تي ڪافي اثر هو.

پل ڏِسُ منهنجي رهڻي ڪهڻي، پوءِ فريدا ساڪي ٿيءُ!
ڏِسي پرائي چوپڙي، منهنجو ڪڏهن نہ آهي هرڪيو جيءُ.

●●

ڇا مان ڪنوئي ڪيڙو آهيان؟ پنهنجي من ورتي ۾،
هڪڙي ڪاري رات وڏايان، برف پوش ڌرتيءَ ۾.

●●

چاهين تہ جهروڪو بند رکين، چاهين تہ اهو کولين،
تون ئي آن پرواز پرن جو، مون ۾ ٿو ٻولين.

●●

ڪو ڪيئن ويو ڪو ڪيئن ويو، تون ڪنهنجو پيچو چاهين ٿو؟
ايڏانهن تہ سڀ جي منزل آ، جيڏانهن پيو تون ڪاهين ٿو.

●●

تنهنجا ٿورا ايڏا جيڏا، باک ڦٽيءَ جو ماڪَ ڦڙا،
ڪرني ۽ رابيل مٽان جي. آڏري ويا افلاڪَ ڦڙا.

●●

تنهنجا ڪئن احسان وساريان، توئي زنده رکيو آ.
موت تہ مون سان ڇڙ راهي تي، ڪيئي ڀيرا ٻکيو آ.

●●

ڪيڏانهن ائين پرواز ڪَري، هي عمرِ اَڏامي پيئي.
ڪيڏي جڳ کي جوت ڏئي، هي وَٿ وسامي پيئي؟

●●

ڪاريون ڪُنڊيون، بگيون، مينهن رنگ رنگِ دنيا،
ڇانئين شام، شفق جون رکُون، تنگ تنگ دنيا.

●●

اُن ڪــان ڪيـسين بچـڻو آهـي، نـيت پڇاڻـي اچڻي آ،
پــوءِ اچانـڪ- اچڻــي آ، يــا چاڻــي واڻــي اچڻــي آ.

●●

ڏرتـي تـي ڳڙڪائـي سـڀ ڪي، پِـيُ نـہ اُن جو پـرڻو آ،
جي سـڀ ڪنهن ڪي مرڻو آ، پو اُن ڪـان ڪهڙو ڏرڻو آ.

●●

عمر ائين جئن لهر نديءَ جي، مور نہ ترسي، آئي ويئي،
ڪي چوندا تـہ اَجائي ويئي، ڪي چوندا تـہ سجائي ويئي.

●●

مـوت وڏو پيرادو آهي، ڪيسين اُن ڪـان پيرو ڍڪجي!
ڪير چوي ٿو ڪاريهر جي، ڪَر ڪٽي تہ نہ اُن ڪان ڏڪجي؟

●●

تنهنجو مـوت بہ اچڻو آهـي، ڪانگ تڙ جئن بيـنو آن،
بـاقـي ٿـوري دير اَٿـيئـي، سچ لڙي جئـن بيـنـو آن.

●●

ڪير سياڻي جو سوچي ٿـو، هاڻي ڏسِ ڇا ٿيڻـو آهي،
جيڪي آهـ ڪَئي جوَ ڪيتو، سو هاڻي ئي ڏيڻـو آهي.

●●

ڪـائي ازل جي خامـوشي آ جيـڪـا سـڀ سـمـائي ٿـي،
وارا ويـر وڃائـن ٿــا جي، تـن ڇاتــيءَ ســان لائـي ٿــي.

●●

مـوت ســوا ٻي ڪابہ حـقـيـقت، هن دنـيـا ۾ نـاهـي
ڇا ڪـوئـي چنگيـز ڏسين ٿـو، ڪـوئـي هلاڪـو آهـي؟

●●

کھڙو سکو هن دنيا ۾، آهہ جو کوڙو نانهہ؟
موت اڳيان کھڙو ماڻهو آ، جيکو ڇوٽو نانهہ؟

●●

انت متيءَ ۾ کيڙا آهين، ڇاتي پاڻ پڏائين ٿو
کيڏو دک ۾ پيڙا آهين، کيئن کِلي ڳالهائين ٿو.

●●

ائن تہ نہ آهي کنهنجي سِرَ تي، پنهنجا پير هٽان ٿو،
جڏهن بہ ڌرتيءَ تان گذران ٿو، سوچي پير کڻان ٿو.

●●

موت پيو مندڪائي توکي، پيڙا ڏانهن وڏائي.
متيءَ ۾ ليٽائي توکي، توتي گل وجهائي.

●●

کوئي ان ۾ خاص نہ آهي، هرکوئي بس عامي آ،
چار ڏهاڙا آهي دنيا، سمجهين ٿو تہ دوامي آ.

●●

کيڏانهن پٺي تقدير ڇکي، سو کٺن ڇٺجي سوکٺن ڇٺجي!
ڇا لئہ تو سوچڻهار لکي، سوکٺن ڇٺجي سو کٺن ڇٺجي!

●●

هرکو ابدي خاموشي ۾، کوئي اڳي کوئي پوءِ
سوچي پيئي ماڻهوءَ هيٺان، ڇڻ پيرن جي لوءِ!

●●

پويان لفظ ڇيائين هي، سڀ کجهہ کوڙ آٿي،
هيٺان مَٿان هر ماڻهو جي، ڌرتيءَ ڌوڙ آٿہ.

●●

پاڻيءَ لاش وهائين تنهنجو، ڪڪرن سان ڪفنائن،
پر ڇا ڪو فرق پوي جي، ڌرتيءَ ۾ دفنائن؟

●●

روح اُهو نيرو پنڇي آ، جيڪو تو آڪاس وڃي،
هَن ڪي رائن نيراڻ ڇڪي تي، جو هو ڪنهنجي ڪانه مڃي.

●●

ڪيڏا ماڻهو آهن جڳ ۾، پانت پانت جا ماڻهو؟
جيڪي سڀئي تيڻا آهن، انت سانت جا ماڻهو!

●●

صدين جا سانباها ڇالئه، دم جو ناهه پتو،
هي ڪَم ڪڏهن تو پورو ٿئي، ڪو ڪم جو ناهه پتو.

●●

حسرت موهاني جئن وينو، جيل ۾ چَڪي پينهين،
مستقبل نه ڏسي ٿو، جو پيو چڪيءَ وانگر رِينهين.

●●

جوين جاڙَ ڪئي تو مون سان، سِجُ ٻڏي تو پاڻيءَ ۾،
هو جو اُپ اِسڙ هو آچ، ڪيڏو نه لَڏي تو پاڻيءَ ۾. ●

●●

تي ڪيئن تئي هر ڳالهه، اهو تو ڇاتو آ!
ڇا لاءِ تئي تو؟ ان جو ڪوئي انت نه پاتو آ!

●●

دنيا وارا تو به ڏٺو آ، سج لٿي جي ويراڪي؟
ڇا تون ڇاڻين تو اُجهندي ۾، جندڙي ڳولي تي ڇاڪي؟

●●

---

● اِسڙ:- مستحڪم

ڪيڏانهن وڃي ٿي، وڻجارا هي، واٽَ ڪٿي تون ڇاٽين ٿو،
ڇالاءِ ڪِلي ٿو گل ۽ روئي، ماٽَ ڪٿي تون ڇاٽين ٿو.

●●

ڪنهن وقت هوا جي جهوٽي تي، ڪيڏانهن پري آڏري ويندين،
نيٺ ته تنهنجو انت اچي، خاموش اُمالڪ ٿي ويندين.

●●

ڇو هر ڪنهن توکي ڏکَ ڏنا، ڪا ننڊ نه آ تو نيٽڻ ۾،
معلوم نه آهي ايئين ڇو، ڪا سِڪ نه آهي سيٽڻ ۾.

●●

ڪنهن وقت ڪکن جي لانديءَ ڪي، طوفان اُڏائي ويٺو آ،
هي موت به ڇڻ ڪنهن گرڙ جيان، انسان اُڏائي ويٺو آ.

●●

هي پئسو پئسو ٿيٺو آ، تون ڳنڍ نه ڏي اِئن پئسي کي،
الله ته تنهنجي ساٿ آهي، تون ليک نه ائسي وئسي کي.

●●

دڳ مستان پلجي پئين، تون ڳائيندو هَل،
جُهمر هن جهان منجهان، تون پائيندو هَل،

●●

هي جيئڻ کهڙو جيئڻ آ، ڇا لاءِ پيو اينگهايان مان؟
هي جيئڻ ڏک جو ساگر آ، ڪٿن ان مان مڪتي پايان مان!

●●

آ ڪنهن به لڏو ان جو نه، تَرو، هي کوهه ته ڏاڍو گهرو آ،
۽ ڏينهن لٿي هي پاٽيارو، گهر پهچڻ لاءِ اُبهرو آ.

●●

آ پاڻي اونهي کوهہ منجهان، پونيسر ۾ يا آ هَڏ ۾،
تخليق ائين ٿي ڪانہ ٿئي، هي سُر بہ سُتل آ ڪنهن سڏ ۾.



پيهر ڪنهن سان پيار، ڪري سگهندين تون؟
پنهنجو مايا چار، ڪري سگهندين تون؟



ڪُوڙي ڪَچَ جيان هي ڏاها، هي ڇا ڄاڻن ديس،
هي تہ ائين سمجهن ٿا، ڪافي آهي اجرڪ ويس.



ڪوئي نہ رهيو هن ڌرتيءَ تي، دارا نہ سڪندر باقي آ.
ڇا اهڙو ڪوئي آ جنهن وٽ، موت نہ ٿيو اوطاقي آ؟



سنڌ ڪيو جڻن توآ مون سان، ڪوئي ڪونہ ڪري،
ساري عمر ڏنا مون موتِي، توکي ٻُڪ ڀري.



باک ڦٽي يا ڪارو جهنڊو، صبح اَچي لاٿو،
ڪيسين رات رهي ٿي فاتح، ڪنهن جو اِن ڪاٿو!



آءُ، سَري سان نينهن نڀايون، آءُ، سَري بن ڪئين سَري!
ڪير ڪشالا ڪاٽي ايڏا، ٿڪجي پئبو پنڌ ڪري!



سنڌ ڪري ها قدر تہ ڇو، هي ڏُکَ روئان ها مان؟
دل جا داغ اکين آلين سان، هئن ڌوئان ها مان؟



ويـرا واهــڱ وريِ وســـــٽـــو آ، اي پـــوڏيـــســـــر پون،
ٿــوري دير تــہ پوندي لـيـڪـن، هـانءُ نــہ هـارج تـون!

●●

اَڪبـر! ٿنهـنجو سنگ ولادت، عـمـرڪـوٽ پـرسـان،
آنءُ پـيـو تـاريخ تي سـوچان ڪـيـڏيءَ حـيـرت مـان!

●●

ڪِـيـــئـن وجڻ وارن جا پــيـــرا، ڏاهــين ٿـــو نــادان،
اِيـهـي شـخص تـہ ها جن تـولـئـہ، منـزل ڪـئـي آسـان.

●●

اڪين اڳيــان پـو هـي هـر هـر ٿــو، منـهـنجي ڏيـڪ اچي،
دونـهـون دونـهـون ديـسُ انـهـيءَ ۾، ڪـالـيءَ ناچ نـچي.

●●

ڌرتي ڌوٽو، آبُ بہ ڌوٽو، هر شيءِ جنهن تي رَت سا ڌوٽو،
اَمـن چڱي شي آهـي يـارو، ديس سـڄو لـت پت آ ڌوٽـو!

●●

● دولـهــہ دريـا خان جو نـالـو، تـوکـي کـنـهـن نــہ ٻـڌايـو،
آنءُ ٻُڌايـان هــا پــر مـــون کــي، نـــالـــو راس نـــہ آيــو.

●●

مَـتـيـا بُرج اجا جي سـارِنَ، قـيـصـر بـاغ اجا جي سـارِنِ
تن تي کـابہ مـيـار نــہ آهـي، جو نـہ پـلا هو توکـي وارِن؟

●●

سـنـڌي آ سوَ رنـگ، انـهــيءَ کـي ســئـربـين جـئـن ڏِس!
آهــہ تــقــدس پـنـهـنـجي ٻـولـيءَ، اُهـا ديـن جـئـن ڏِس!

●●

---

● نوٽ:- دولهہ درياخان جو نالو مبارڪ خانُ هو.

هِتِ بہ هريان ۾ خالصتان پيو ناهين،
مورڙئي جو ديس آتي هي، مانگر! تون چاهين؟

●●

هي جهيڙا جهتا صديءَ جا، تي ويندا ڪاغذ رديءَ جا،
سڀ پوندا تنهنجي ڳٽ ڳچيءَ، جيڪي بہ تصور بَديءَ جا.

●●

هي ڪوڙا نعري باز آتي، جي ڪٽڪن تا سي قاز آتي،
پل تن جا چنبا تيز هجن، تون سمجهہ نہ ائن ڪي باز آتي!

●●

هي ڪهڙي ڳجهہ اڏامي تي، جنهن سنڌ سموري تاڙي آ؟
هڪ پاسي دودو دفنايل، ٻي پاسي روپا ماڙي آ!

●●

چوڌار سمندر گرجي تو، ۽ سامهون ڪيڏيون چوليون آهن،
پر هي ايڏيون آسان نہ آهن، جيب اندر جي گوليون آهن.

●●

"سارو ديس تہ پنهنجو آهي، منهنجا پنهنجا ڪهڙا؟"
ائن چوندا ها هن دنيا ڪي، سڀ استالن جهڙا.

●●

هي پٿر جو ڏڙ مليو آ، جنهن جو ڪنڌ اڏامي ويو آهي،
ان تي ڪنڌ رکي سِکهندين تون، هي ماٿهوءَ جئن مرٿو ناهي؟

●●

شهر تہ شور و شَر آهي، تون پنهنجي گهر ۾ وينو رهہ!
ٻاهر پَل بندوق هلي، ٻي خوفو ڏر ۾ وينو رهہ!

●●

سياست سان جو وچڙي تو، پنهنجو پيڙو پوڙي تو،
سُونهن، سچائيءَ جو ويري تي، ڪيئي صديونَ لوڙي تو.

●●

هنن ڏرتيءَ جي ڏوڙ ڪٽي وَجُ، ڏاڍو اُن کي ياد ڪندين!
عرش الا جي کهڙي وستِي، سوچ تہ آگر ڏيئي ڏندين!

●●

ڪيسين اي تاريخ! ڏئي تون، ڏوڪا مارينديڻءَ،
ڪيسين سچ کي سيڙهيءَ چاڙهي، ٽيڪ ڪڍي ويندينءَ.

●●

جيسين تو ۾ سچ نہ آهي، جڳ بدلائي سگهندين؟
هرڪوئي آدرش اڏورو، تون ڇا پائي سگهندين؟

●●

اوچ اُهوئي ماڻهو آهي، جيڪو بخشڻهارُ،
دشمن لاءِ بہ جنهن کي من ۾، آهي ڪو ويچارُ.

●●

ڇا تون ايئَن پيو سوچين، وِچ خلق زرهہ کي پائي،
مون کي تون ان ريت نہ ڀيندين، دل جا داغ لڪائي.

●●

تنهنجو مُنهن رابيل جيان، هو آڌ ڪڙيل رابيل،
ڪئن ڇئجي ڪنهن هِير، نڪاريو آهي اُن کي هيل!

●●

ٽَوُنر جُتيءَ ۾ مُنڌَ هُيا، چڻ ڊيل هيئي ڪائي،
ڪنب ڪنديري پٽ تي، جيڪا سانجهيءَ جو آئي!

●●

ڪيڏن ڪندن منجهہ شگفتہ نڪتو هڪ گلاب،
ايئن لڳي ٿو ڄڻ هو آهي، ڪنهن خوشبوءِ جو خوابُ!

●●

ڪويل ڪوڪ الاجي ڪهڙيون، سارون آٿي پيئي؟
ڏس، هي ڪنهن آغوش ولاريو، آهہ وهاٽي پيئي؟

●●

هرٽي! تنهنجي هوڏ اجائي، رڻ ۾ رڃ سِوا ڀيو ڇاهي؟
● آءُ، تہ ڪا واٽهڙي ڳوليون، جيڪا اَڄ اسانجي لاهي.

●●

ڪيرَ پئي ٿي جهانجهر لاهي، چانديءَ جهڙا پيرَ ڏسي؟
هِن چاڻديءَ ۾ هُن چانديءَ ۾، فرق پئي ٿي ڪيرَ ڏسي؟

●●

ماڻهن جا افسانا ڪيئي، تنهنجي باري ۾،
ڄڻ تہ نهاريو مون، ڪينجهر تي ڪڪيءَ ڪاري ۾!

●●

ڪئن ڇئجي ڪنهن وقت، اچي ٿي پنهنجي وڇڙڻ ويلا،
ڪئن ڇئجي پيهار نہ ٿيندا، تنهنجا منهنجا ميلا!

●●

● تتر کُهيءَ جي هينان ڪاڏي، ڊيل پئي ڊوڙي؟
ڪارونجهر تان مور ڏسي ٿو، تنهن کي مُنهن موڙي.

●●

● هَرٽي هينان ڪير ٽپي ٿي، هرڻ- آڪي لوڙهو؟
هُوءَ اِئين ڪيڏانهن وڃي ٿي، پيءُ ڇڏي پوڙهو؟

●●

---

● واٽهڙي: وارياسي ۾ مينهن جي پاڻيءَ جي ننڍي نهر.
● تتر کُهي:- ڊبڪ ڊبڪ ٿهليل بادل.
● هَرٽو:- هرڻ جهڙو ڪِٽ.

ڳنڍيون منجهہ ڳنڍير نہ آهن، مارو؟ ڪهڙا مارُو؟
ڏس تہ ڳهيليون ڳالهيون ڪن ٿا، ٻيهي ڄا ڄا مارو!

●●

هي نائي جئن ايندا ويندا، تون واري ڇڏ مينهَن!
جن جي ڪابہ سڃاڻ نہ آهي، ڪهڙو تن جو نيهن؟

●●

اَبَ ڏسين ٿو؟ اِيئن لڳي ٿو، ڄڻ تہ وُٺو آهي؟
رات ٿڌيري آهي اڄ ڄڻ، سارَ ڪُٺو آهي!

●●

هو سانجهيءَ جو سج لٿو آ، پاٽيءَ تي آلا!
ڪيڏي پياري آهہ مهاٽي، ماري جا ڀَلا!

●●

ڪير چوي ٿو سمنڊ لتاڙي، ڀَلو مري ٿو پوهہَ،
ايڏو ٻَنڌ ڪري سنڌوءَ ۾، آيو ڪهڙي موهہَ!

●●

هوءَ مهاٽي نينگر، مُنهن تي، باک ڦٽيءَ جي اَڇ،
● منهنجي من کي ڄڻ ڦاسائي، ڀِنَ، ڪُليي رَڇ.

●●

● ڪالهہ پئي اوجهاڻ چڪيائون، ڀَلا ڦتڪيا ٿي،
اَڄُ جواني ڇڪ ڪري ٿي، ايئين ڀَل ڀَل ڪي.

سج لٿي ڪيڏو نہ وٺي پيو، ڪالهہ پڇاري واهہ!
وقت تہ سڀ جو ويري آهي، هاڻ ڪٿي سو چاهہ؟

●●

---

● ڀِنَ، ڪُليرو:- رَڇن جا قسم.
● اوجهاڻ:- چار جو قسم.
● نائو:- سنها بادل جي هليا وڃن ۽ مينهن نہ وسائن.

چوري، آنءُ ڏٺا جو توتي، قنڌاري گدرا،
من منهنجو تاريخ لتاڙي، ڪاتيَ پهتو آ!

••

يارُ ڪَيُئَہ ناهوڪو چوري، اوچو ٿُنهنجو نَڪ،
وارَ اُنهيءَ جا ڳهنڊيءَ وارا، عشق پيچ اَجرڪ.

••

اوياري ڪان لهواري جو، آئي تي ٻيڙي،
ڪنهن جي لاءِ تَڪي پيئي، هوءَ نينگِر ڳهر ڀيڙي؟

••

ٻَڙ جيڏيءَ تنهائيءَ ۾، هڪ ڳُوڻچُ ڦِٽو آهي،
تون آئي آن ڇڻ منهنجو ڪو، ڦَٽ ڇُٽو آهي.

••

ڪَجرِي رات جي ٻاڪ ڦٽيءَ جو، تون ڪر آڌر ڀاءُ!
آءُ انهيءَ ڏي آءُ مسافر، آءُ انهيءَ ڏي آءُ!

••

وِرَهہ- وهانءُ ڪري تو گوري، پنهنجو انت نہ ڏي ڄاتو،
اِڳتي ماٺهوءَ ڪي ڇا ٿيندو، ڪنهن بہ نہ آ پاتو.

••

تون ترس ذرا يڪدم تہ نہ وڃ، ڏس نيڻ پيا ٽپڪن!
تيسين ساعت سات گذاريون، جيسين سي جَهپڪن.

••

● چوري هيءَ چِلوري اُس ۾، تو وانگر چمڪي ٿي.
تِرمر اُس تہ ڏس ڪينجهر تي، سون جيان جِهمڪي ٿي.

••

---

● چِلوري:- مڇيءَ جو قسم جا ڪينجهر مان مرندي آهي.

تـو نـہ ڏٺـي مـــاڃر جي ڇوري، كــاري ڍوريءَ جٺـن،
كٺن نہ ڏٺا ٿي ٺينگ ٽپا ٽنهن، كالهہ ڇلوريءَ جٺن!

●●

ڳاڙهي ڇيٽ منجهـان جَن چولا، گربيءَ جون سُٿـٽـون،
سڄُ اُنهـن كـان ڇڻ تہ اُڏاريـون، وَرتيـون هَٿَ ڳِجريـون!

●●

كامڻ! ائن كينجهر تـي، چانديءَ ويڙهـہَ نہ اڄ پائي!
سڄُ وٽِن مـان نـكري تولئہ، واجهـہ وجهي واجهـائي.

●●

آئي هن جي سَار جڏهن، رستي تي كو جوڙو ٿي ويو،
ارڙ جيان آ منهنجي من كي، هن جو پيار وكوڙي ويو.

●●

● هيءَ ســتــارن هيـنــان آهي، كـيـرَ مُكـو پـائـي،
دل تہ چوي ٿي جيكر مون سان، ويهي هوءَ ڳالهائي.

●●

آڳل پـاچل كـانـگـٽـيـون، ٽـي پـيـڙي لـوڏا كـائـي،
كـيـر پـئـي اڄ وَنـجهــہ هلائي، لـهــرن تـي لـهــرائـي؟

●●

چوٽـيءَ ۾ كـنـهـن وقت، لـڳائيـنديـنءَ پـلا گـلاب؟
كـونـهـي ســاري ڦلـواڙيءَ ۾، هـهــڙو ســدا گــلاب!

●●

آئـون پـــري جو آنـدو تـولـئـــہ، نـيـنـگـر ڦلـن ٻُكَ،
كـاش!.پـرين ها اُن مـان ڍوَ تـي، تازيءَ خوشـبـوءَ ڍُكا!

●●

---

● مُكو: چانديءَ جي پنيءَ جو پرت.

ڳاڙهي گلَ گــلاب جيــان آ، هـي تـــتـي جي نــار،
آهـہ اڳٽ تـي هـن جي نـالـو، ڪـيـر اُهـو ڪـوهـيـار.

●●

● تـو ۾ هـيءَ ڪـتـان آئـي آ، ٿلَ- پَـتـيءَ خوشـبـوءِ،
آنءُ تـہ ٻـي نـارِيءَ هـهـڙي، نـاهـہ ڏئـي هـئـن روءِ.

●●

تون جو ويڙهي اچٽي آهين، تـڪـيـان پيـو مـان پيـرَ،
هُو جو چنڊ ڪـجور مـتـان آ، اُهـا لـڳي تـي ڪـيـرَ؟

●●

هو جوُهيءَ جي مهڪ جيان، مون پرسان گذري وئي،
آنءُ تـہ ڳولـي پـاڻ وڃايـو، مـون ڪـي سُڌ نـہ پـيـئـي.

●●

● بـانـٽـن مـان اڄ ڪـالـهـہ اچي ٿي، ڪيـڏي سـرد هـوا،
بـيـهـہ سُري ڪـجهـہ نـينـگرڙي، جو مُند ڦـري وئـي آ.

●●

عشق اچي ٿـو پهريون پيرو، من ۾ سَوَ طوفـان کٽـي،
چڻ تـہ ازل کان ڪـا واقف آهي، اهڙا ڪـي امڪـان کٽـي.

●●

عـشـق اڪـيـون ڏورانـهـان ڏيـئـا، جيـئـن اُيـن انـدر،
پـيـار اَچي ٿـو مـن ۾ ائـن جئـن، پـيـرَ ڏريـن مَنـدر.

●●

عـشق اچڻ سـان ڪـويَلِيـون، سَوَ ڪـوڪـن تـيـون دل ۾،
ڪـنـوڻ ڪـجي چمـڪـاتَ ڪـري ٿـي، ڪـنـهـنجي ڪِل ڪِل ۾

●●

---

● ٿل- پٽي:- نازبو.
● بانٽا/ باٽٽ:- لانڍيءَ ۾ سنهيون ڪاٺيون جي لَڙهي سان ٻڌل هونديون آهن، جن مان هوا ايندي آهي.

عشق سوا هي ڌرتي پاري، ۽ ساري ويران لڳي،
پوءِ پهريون عشق ائين جئن رڻ ۾، واريءَ جو طوفان لڳي.



ڪونہ هلي ٿي ڳيرو ڪنهنجي، عشق اڳيان هي هستي مستي،
ڪيڏا تيز ڏياري پيئي، وک وک توکي واٽ اَلستي.



عشق گلابي ڳل پرينءَ جا، ڪئن ٿو ساڻ حجابَ ڏسي!
ڪيئي گيت ٻڌي ٿو تن ۾، ڪيئي رنگ- ربابَ ڏسي.



عشقَ خماريل اکڙيون ائن، جئن ساغر ۾ مَئي ڇلڪي ٿي،
روءِ پرين جي چنڊ پرهہ جو، جنهن کي ڏِک ڏنڌلڪي جي.



حيرت آهي جي ٿهلين ٿي، ڇو نہ ڦٽي رابيل پوَن ٿا،
ڇو نہ پکيئڙا ڦيرا ڏيئي، توتي ڪيئي گيت ڇوَن ٿا!



منهنجا نيڻ رُئن ٿا تولئہ، ايئين مُنهن انڌيري ۾،
ڪيئي سال وساري جئن، ڪو باز وَري آکيري ۾.



تون ڪاغذ تي ليٽي پئي آن، توکيٰ امر بڻايو آ،
پاڻ ڪٿي تون آهين مون کي، تنهنجي سارَ ستايو آ!



جنهن وقت ڇپر تي ليٽي تون ٿو، دور پيو آڪاسُ ڏِسين،
تنهن وقت پرينءَ جو پاسي ۾ تو، سواسُ ٻڌين ۽ سواسُ ڏسين.



صحرائن ۾ توکي کيسين، آنءُ پيو ڳوليان،
چنڊ! ڪٿي آهين مان، ڪيسين واٽهڙيون ڦوليان؟

●●

چوندا ڏسين تو تون هي منهنجا، تولئه ڏولاوا؟
آنءُ رڳو تولاءِ رُلان، هر جيءَ کيا جاوا!

●●

ڪنهنجا ڪنهنجا چپَ چمياسين، ڪنهنجا ڪنهنجا هٿ،
ماضيءَ جڻ ته متائي ڇڏيا، هاڻي سارا سٿ!

●●

ريشم جهڙيون رانون تنهنجون، هَٿ اجا تا سارن،
منهنجي لاءِ سدا اوندهه ۾، جڻ ته ڏياٽيون ٻارن.

●●

تو سورج پنهنجا تير چڻي، ۽ راتَ ٽٽي آئيني جئن،
ڏس ڏينهن اُجالو آندو آ، هن جڳ ۾ منهنجي سيني جئن.

●●

رات ٽئي تي ديپ هزارين، ڏينهن ٽئي هڪ ديپ،
پيٽ ڪجي سيني کان بهتر، جوت ڏئي هڪ ديپ.

●●

تو ڪيئن ڪَتي ڪاتيار اُٽتِ هي، هر شاعر کان نياري آ!
انگ اُنهيءَ جا ڳربيءَ جئن، ۽ سوسيءَ وانگر پياري آ!

●●

اُٿ هاڻ ته ڪافي ننڊ ڪئي، آهي تو سورج اُڀريوآ!
اُٿ پيرن کي ٿي ماڪ سڏي، ڏس ڳاهه ته ڪهڙو اُسريو آ!

●●

چا تــو چاتـــو ڪـيـــڏا سِرهـــا ڪُنـيـــرَ آويءَ ۾؟
تـو تـہ ڪـيـو ٿـي جو ڪجهـ تـوڪـي، آيـو ٿـي جيءَ ۾!

●●

چالاڪ ڪرين جاڪوڙ، اجائي لوڙ ڪـويتـا ڪـوڙ آٿـي،
ڪهڙو فرق پوي جي توکي، ٻيو ڪجهہ ڪونہ ڪروڙ آٿـي؟

●●

اُجري آنَ جيان هي مـون ۾، بـيـتَ پـيـو جو نـاهـي،
ڪيـر ائين مـون مَن ۾ سـانـدهـہ، ڳـاهـہ پـيـو تـو ڳاهي؟

●●

هـن ڏرتـيءَ جي ڏوڙِ نـرالـي، مـــارُو سـبِ مَدَ مـاتـا،
آنءُ مـڪـمـل گـيـت ڪـيـان جي، ڪـالـهـہ اڌورا ڳاتـا.

●●

اي غالـب! هـي دنـيـا سـاري، رانـديـڪـي وانـگـر،
مـاٺـهـو ٻـارَ، مـتـان هـي ڊاهـن، مـون ڪـي مَنَ هُر ڳُر.

●●

شـهـر شـهـر جي لاءِ اُمـاٺـيـان، پـنـهـنـجا آنءُ سـلام،
آهـہ جتـي آزادي، بـنـدش، نـاهـي مَتِ ڪـلام.

●●

ڪـالـهـہ پـئـي ڪـنـهـن نـڙ تي، ڳـاتـو ڪـوهـيـاري، راٺـو،
سـجُ لـڳـو تـي سـنـجهـا ويـلـي، ڪـيـڏو ويـڳـاٺـو!

●●

اوءِ مـيـان! اڄ ياد اَچي تـو، تـنـهـنـجو سُر مـعـذور،
اوءِ مـيـان! تـي عـمـر اَڏامي، آنءُ نـہ سـوچيـو مُور.

●●

اوءِ مــيــان! جو كــالــهـــ وَڃايُئِـــ، دنـبـورو سُرنـدو،
كـنـهـن ڇاتـو تـي من ۾، ســاري عـمــر پـيــو پُرنـدو!

●●

● كنهن لئـ هي كنگور كپي، تون نڙ كي تـو نـاهين؟
كنهن سان عشق تيو آ تنهنجو، كنهن كي تـو چاهين؟

●●

مــانــي كــاءَ مـــيــان، آ هــاڻــي، سجُ چڙهـيــو كــانـو،
مـــوراكـــيـــون تـون ويـنــو مـــارين، اڄ ڇـو نــيـــرانـو؟

●●

ســاري رات گـذاري آهـي، چـپـڙيـن ۾ يـكـتــاري تـي،
جيـسـين پـنـهـنـجو راڳ پـڳو آ، دورِ وهـائـوءَ تـاري تـي.

●●

تـــنـــهـــنـجو سِرِ آكـــاش ۾ آهـــي، اوچي بَڙ وانـــگـــر،
پـــيـــر ســنـدءِ ڌرتـيءَ ۾ پـــيـــهـــي، ويـا جَڙ وانــگــر.

●●

پـاپـڙيـن ۾ جُهـمـكـيـون، هـن كي نـرڙ مـتــان وينڊو،
ڇا اهـڙي كــا لـوڏَ ڏنـي، بـيءَ كِـنـهـنـجي آهــي تـو؟

●●

فـيـتـا غورث كـان اڄ تـائـين، سـونـجهـيءَ وارا كـيـئـي،
هـــن دنـــيـــا ۾آيـــا جن كـــي، واءُ أذاري ويـــئـــي!

●●

كـيـئـي سـال تـيـا جو آئـون، پُران نـ پـيـجل جِيـئَن،
راڳ تـ ڏيـنـدو آهـ حـيـاتـي، كَنڏُ كـپـيـندو كـيـئـن!

●●

---

● نَڙُ كنگور جي كاٺيءَ مان ٺهندو آهي.
● يَلَ: آلڙ كان پوءِ جا زمين درياهـ ۾ ظاهر تي بيهي، تنهن كي يَلَ چوندا آهن.

● ڪاري چاڻ پريان هُو چيتا، دورُ ڏِٺئہ يَل تي
ماٺهو ڪيئن بٺائي سگهندو، اهڙي منظر ڪي.

●●

سنارو ڏينهن ائين، چُپ چاپ پيو گذري،
بينَ ائين آهي، بن آلاپ پيو گذري.

●●

رات لڙي آ، ڪير پيو تو، ڳائي هي معذور،
منهنجي من کي دور نئي جو، دور نهايت دورُ؟

●●

وري وري تو جلي پوي هي، پُجهي پُجهي ڏيئو،
لات ڏسي تي ڏات، اڳي ڪان اوچيءَ جو ليئو.

●●

بيني جو هرڪوئي آهي، اڻ- بيني جو ڪونہ،
اڄ شاعر کي ڪوبہ نہ ليکي، پو فردوسِي چونہ!

●●

آءُ گلن تي ماڪ پئي آ، اُتي ڪِتابِي ڪيڙا!
تنهنجو جيون تي ويو آهي، پڙهندي پڙهندي پيڙا.

●●

ڪجهہ بہ ڪتابن ۾ تہ نہ آهي، اوءِ ڪتابي ڪيڙا!
جيئڻُ پنهنجي ئي ڪمري ۾، آهي ڪيڏي پيڙا.

●●

بار اچي ويا آهن گهرڙو، نانهہ گلن جو بارو آهي،
ڪيئن نہ پکين جئن چهہ چهہ ڪَن ٿا، ڪٿ هو سانت- منارو آهي.

●●

---

● يَل: آلڙ ڪان پوءِ جا زمين دريام ۾ ظاهر تي بيهي، تنهن کي يَل چوندا آهن.

تيل قليل، ڦلن جا سَهرا، ميندِيءَ رتڙا هٿَ،
سڀ سپنيٰ ۾ ائن آيا ها، جيئين تنهنجي نٿَ.



آنءُ تہ صديون آهيان پل ۾، ڇو پرکين ٿو تون؟
مورک ليکڪ! مون تي فتوي، ڪيئن ڏئين ٿو تون!



سج ڪي ڪيئَن نہ ڦاسائي ٿو، ڪونجن جو زنجير،
سانجهي ڇانئي اڀ سڄي ۾، ڇلڪي ٿو ڇڻ نير.



ٿُنهنجي هانيءَ جئن موهي، ٿو ڪيسوڦلِ جو وَڻ،
رنگا رنگ نظارا جنهن جا، جڏهن وسي ساونڻُ.



ڪالهہ پئي ڪيڏا نہ ڏٺا مون، فلم سُميتا پاٽِل جا،
ڪئن ڇئجي ڇا دل تي گذريو، حال نہ پڇ دل جا!



ڪاش تہ مون تي چمڪي ڪوئي، تخت ستارو پيريءَ ۾،
غالب تو جئن ڪونہ ٿيان مان، شال هچارو پيريءَ ۾.



لالڻ! لک لهين تون، منهنجو پاندُ تہ آهي خالي،
چندٻ لڳي ٿو مون کي چارڻ، تنهنجي لاءِ سُوالي.

تون جهولَ ڀٽائيءَ وانگر جهل، ۽ ٻولَ ٻُلهي جا ٻولِ سدا،
جي چاهين هيڏي ڳجهہ منجهان، ڪو پيتي تنهنجي جهولِ سدا.



هي شاعر دنيا ساريءَ جا، پل لاءِ پرندا ٿي سارا،
تن وَٽ آهن پول ٻه ٽي، تولاءِ ڦلن جا سَو ڪارا.



هن ڦلواڙيءَ ۾ ڦولَ نہ ڇڏ، وڃ وجهندو تن ڪي ڪاريءَ ۾،
تو هونءَ تہ سارا ڦول چِنا، بس باقي ٿورا تاريءَ ۾.



ٿي ننڊ ڦٽي ۾ گيت آچن، ڪيڏي نہ انوکي ڪوتا آ،
ٻي ڪنهن تہ لکيو پر ڪٺن چئجي، هي هَٿ اکر ڇڻ ٿنهنجا ها!



ٿي ننڊ ڏنا لامارا توتي، گيت بچائيہ ڪٺن اَن ڪان،
ڪيڏا نہ پريندو وئين پيچرا، هي پک بچايئہ ڪٺن اَن ڪان؟



پيهر تون بيدار ٿيو آن، ننڊ منجهان اُٿ لک!
جيڪو ڏانءُ ڏئي تنهن اڳتان، تون نهٺائي سِکُ!



اهڙو ڏينهن بہ ايندو جو تون، نيٺ ڇڏيندين ديهي،
جيڪا بہ وِٿي ڪنهن آهہ رٿي، تون چُپ ڪري لک ويهي!



درياہ مستان تو سڄُ ڀري، ٿي سنڌو ڀوڙان ڀوڙ وڃي،
ڏسجي تو اَن جو پنڌ پڇي، ويو آهہ اِجهو ٿي توڙ وڃي!



اي ڪارونجهر! اي ڪارونجهر! تولاءِ گهٽو مون ڳاتو آ!
ڪٺن چئجي کهڙي طرف مڙين، ڪنهن ان جو انت نہ پاتو آ!



اي ٽـرا! ڪيـڏا سـال ٿـيا، تولاءِ دعا مـان گهـرندو هـان،
مان مارو‌ئڙن جا ڏک ڏسي، ڪيڏو نہ اُنهن لئہ ڪُرندو هان.

●●

● مان تنهنجي لاءِ پيو ڳوليان، نذرل نہ نجنسڪي آهيان مان،
هي جڳ منهـجي لاءِ نہ آهي، ڪا دنيا ٻي ئي آهيـان مـان!

●●

لحظي منجهہ لهي ويا ڏڪـڙا، پـهـتس تـنـهـنجي در
ڪنهن چيو ”گيت چيا تي ڪافي، هاڻي ماٺ بہ ڪر!“

●●

ســـر سَوٽـيءَ ســـتـــار وســـاري، راڳـيءَ تـانَ ٻَڌِي،
اَڻ ٽـيـٽـيءَ کي حـيـرت آئـي، ٽـيـٽـيءَ جا امـڪـانَ ڏسِي.

●●

ميـران! تو جئن درد نہ تنهنجو، اڄڪلهہ جاٺي ڪوئي،
ســاري عـمَـر اڪيـلو پـوڳيـو، آ مـون ڏک سـيـوئـي.

●●

مـيـران! مـون کـي يـڪـتـارو ڏي، هـاڻ ٿـڪِي آهـين.
آنءُ بـہ ســاڳي لـيءَ چاهـيـان ٿـو، جا تـون ٿـي چاهـين.

●●

شـعر تـہ ناهي تـنهنجو پيـارا، مـورَ پرن تي اُڏري ٿـو،
ڪنهن وقت ترايون تارِ ڏسي، ڪنهن وقت تَرن تي اڏري ٿو.

●●

اوءِ آمـــارو! تـــنـــهـــنجي ســـندري، آنءُ اُڏائـــي آ،
ڪـوتـا مـنجهـہ سَڳند اُنـهيءَ جي، هيـل سـمـائـي آ.

●●

---

● نذرل:– قاضي نذرالاسلام جو زندگيءَ جا پويان ويهارو سال پاڳل ٿي پيو هو.
● نجنسڪي:– روسي رقاص، جنهن کي لنڊن ۾ ديوانگيءَ جا دؤرا پوندا ها.

منهنجي من ۾ ازخود پهچي، ڪيڏا گيت تهن تا،
مانسروور تي سچَ اُيري، جيئين هنس لهن تا.



هي وٽج سجايو آ تنهنجو، پر ڪٿن ڇنجي! او ڪٿن ڇنجي!
رهندو هي گيت سدا تنهنجو، پر ڪٿن ڇنجي ڪٿن ڇنجي!



ڪؤتا پيڙا ڪي سپني ۾، ڪئن پيئي بدلائي،
ڪوئي پيد نہ پائي اُن جو، ڪوئي پيد نہ پائي.



سر تي ٻهڙن ڪي تاهيندو، پنهوارين تولو،
پٽ اُنهن جو پاڻ پسايو، جيئَن لڳو جهولو.



اَنب پچن جئن تاريءَ تي، تئن هَن جو هو چولو،
ڪيڏو تيز لڳو ٿي من ۾، جوڀن جو جهولو.



ڪئن ٿي تيز وِڪون هَن پاتيون، سِج سنهرِي واريءَ تي!
اُڏري جيئن پکيئڙو ڪوئي، تاريءَ ڪان ٻي تاريءَ تي!



ويجهو ڏس تہ وينا ڪيئي، ٻگهہ هيا ٻيتاريءَ تي،
ڏوران ڏِسُ تہ ايئن لڳا ٿي، جيئن ڪرٽا واريءَ تي!



اجا تہ ڪنهن جي دل ٻہ، نہ سُرڪي آهي ساغر تي،
علي الصباح اچي ٿو ڪوئي، مئخوارو در تي.



- گُڙنگَ اندر ڏنار ڏنوسي، مينهن پُنيءَ تي ويندو،
گهر ڏي پارن ڏانهن تکيندو، ڪُمَن جهولَ پريندو.

●●

گُڙنگَ منجهان جو گس وجي ٿو، تنهن تي هُو پوڙهو،
ڏيءَ ڏسي ٿو اوسيئڙي ۾، ڏور اچا لوڙهو.

●●

- سانورڙي، چانهڪ مان هيءَ، سَر تي گاهہ پريءَ سان ڪيرَ؟
چنڊ ڦڪو تي ويو آ آپ ۾، جهونجهڪڙي جي ويرَ!

●●

- چنڊ چِڪَڻ ۾ آهي، لُڙئي پاڻيءَ ۾،
سوجهرڙو ڪجهہ آهہ، اچا سومهياڻيءَ ۾.

●●

تانگهي پاڻيءَ ۾ هو پاچا، مَٽ ڪري ٿيون نڪرن،
پنوهاريون سڀ اڄ تہ پليءَ سان، پاند پري ٿيون نڪرن.

●●

جڏهن جُهڪي تي هوءَ هارياڻي، ڪيت منجهاران ساڳُ پٽي،
ڻ واءُ ٿڙن تي هن جي، چولي کي ٿو ڪئن نہ ڪُٽي!

●●

ٿو بارُ چباڙي جيئن ڳيو، ڪئن ڪانءُ ڏسي ٿو تاريءَ تان!
پر هَن کي ڪيڏو چئن نہ آ، ڪنهن لاڻي ٻک ٻڪاريءَ تان!

●●

---

- گُڙنگ: ڪڇي ۾ ڦتل درياهہ جو ٽَس، ٻوڏ جو پاڻي لهي ويندو اهي پر ڪڙنگ ۾ بہ سي بيٺو هوندو آهي.
- نوٽ:- ميهار مينهن جي پُنيءَ تي چڙهي گڙنگ جو پاڻي اُڪرندا آهن. اُن وقت ڪمر پٽي جهوليون پريندا آهن.
- سانورڙو، چانهڪ، چبر، پتر وغيره اهي گاهہ آهن، جي ٻوڏ جي لهي وڃڻ کان پوءِ ڦٽندا آهن.
- نوٽ:- چڪڻ ۾ ڪجهہ لڙيو پاڻي ڏٻن ۾ رهجي ويندو آهي.

جنهن وقت اَبڙڪا ڏي ٿي رَس، جنهن وقت ٿَبيءَ ۾ چاش پچي،
ڳَڙ جيسين اُن مان تيار ٿئي، چڻ مُنهن ۾ تو ميٺاج اچي!



اُٿ جاڳ ميان او وڻجارا، اُٿ باقي پنڌ به ڪرڻو آ،
هي وڻج ورهائين تون جيسين، اڳ ۾ ته نه توکي مرڻو آ!



ڪاري ڊاڪ نه پَٽِ پڪيئڙا، ڪاري ڊاک نه پَٽِ!
جوين جاڙ ڪري تو سڀ سان، چڏ، چڏ ميووهَٽ!



صديون ٿيون ته کجورين ٿي آيا هر سال وَهيا
ڪير چوي هو پيڙهيءَ پيڙهيءَ، تن ڏي ڪيئن ڪَهيا؟



ويا اڏامي سارا هيڙها، سوچي تو شهتوت،
ڪالهه پئي ڪاڏائون ميوو، ڪهڙو آهه ثبوت؟



آءُ وري اونهارو آيو، آءُ پڪيئڙا پنڌ ڪري!
ٿي آرهڙ جي آس پري، اِئن جيئين سَچو سونُ پري.



هر ڏينهن اَٿي ٿو آنءُ چوان، هئن ڏينهن نه ڪوئي آيو آ،
تو سِجُ پري اڳ ڪان به گهٽو، ۽ اُن ۾ سون سَوايو آ.



اُٿ سيءُ ويو، آ باک ڦٽي، ڪنهن جاءِ بسنت تِڙيو آهي،
هي اُن جا احسان ته ڏس، جو جهونو ڦٽ مڙيو آهي.



جنگ جدل ۾ موت اچن ٿا، پو بہ حياتي بيٺي ناهي،
پوءِ بہ نم جي ڇانوَ تئي ٿي، پو بہ سرنهن ۾ خوشبو آهي.

●●

ڪيڏا پَن ڇڻي ويا آهن، ڇا طوفان لنگهو آهي؟
قدرت ننگي ياسي ٿي ڪٿ، اُن جو سبز وڳو آهي؟

●●

هي جي تارا آهن گويا، سونيءَ رات رتيون،
رب! وِسائي سگهندو آهين، تون سي اُيّ- بتيون.

●●

شام، ڇاڇرو، تورو پرتي، ڪيڏا ڪَنڊيءَ وَڻ!
واهيري جي ويرَ ورن ٿا، گهر گهر ڍورن ڌڻ.

●●

ڇانهين ڪاءَ نہ ڇورا، تنهنجا ريڳاڙا وَهندا!
ڪونہ وري تولاءِ نوان، پيا ويس وڳا نهندا.

●●

● پُرڙ منجهان ٿي نڪري، ڏس هِن گهايل آڙيءَ ڪي!
ڇڻ تہ تماشو آهي، ڪائي ڪهل نہ لاڙيءَ ڪي!

●●

سانجهہ لٿي پاٺيءَ مان پاهر، آندي مُنڊي مينهِن،
سڄُ سگُن تي ڇائي آئي، ڇڻ ڪا ڪُنڊي ميهِن!

●●

ڪِرڙ ڪَڪوريا آهن، من تان مونجهہ لهي ويئي،
ڪيڏو ڏور اُنهن جي، خوشبو آهہ ڪهي ويئي!

●●

---

● پُرڙ: گاهہ جو هڪ قسم جو ڏنڊ ۾ اُيرندو آهي.

جنهن وقت صنوبر جي وڻ تي، ٽي ڪانوَ ڪئي ڪان ڪان،
سچ لڳي ٿي ڏي ائن ساندہ، چالاڪ نهاريو مان؟

●●

سچ لڳو زيتون وڻن ۾، پيلي تي پيلو،
نيرِي چانهہ آڏاٽي پرسان، آيو هيو نيلو.

●●

سانا ماري سمنڊ منجهان، هو وڃي پٽي پيڙي،
سانجهي ٿي آ، اڃا نہ ٿي سا، آهي گهر پيڙي.

●●

تنهائي، تنهائي ڪيڏي، تنهائي آهي،
هاءِ جواني جاڙ ڪري وئي، پيري آئي آهي!

●●

مسجد مندر ۾ مان توڙي، گرجا- گهر ۾ تنها،
مون جئن توکي ڪوبہ نہ ملندو، نگر نگر ۾ تنها.

●●

آ عمر وئي گذري، ڪيڏي نہ ڪشاڪش ۾!
ڇا ڇا نہ نظر آيو، فانوس جي گردش ۾!

●●

اڃا تہ ڪيئي بادل وسندا، تيندا ميگهہ ملار،
متان حياتيءَ مان گهبرائين، ڪڏهين ڏک نہ سارِ.

●●

نَم نہ اڃا تي آهي ڌرتي، جيڪا آ زرخيز،
تيز ڪيو وسڪارو بادل، تيز اڃا ڪجهہ تيز!

●●

اَجا پنڌ پَريرو آهي، متان تڪجين تون!
ڇا تون دوُر ڏسين تو ڪيئي، سائي رنگ نِمون؟

●●

اُٺ باک پليري آئي آ، ۽ ڏينهن تيو آ راتِ جُدا،
ڪجهہ سوچ تہ اڄ ڇا ڪرڻو آ، هڪ ڏينهن ڏنو آ پيو بہ خُدا.

●●

ڏينهن لهي تو، رات تئي تي، عمر پئي گذري،
پو بہ تہ پهريءَ ويرا مون کان، ڪونہ اجا وِسري!

●●

شام لٿي ڪيڏا نہ پکيئڙا، آهن لامن تي!
سج لهي تو تن کي، گهوري، ڪنڊيءَ کامن تي.

●●

هي اوچو آهہ پهاڙ، ڏنو ڪنهن نانهہ، اُنهيءَ جي ڀي پاسي،
معلوم نہ آهي ڇِڪ ڪئي، تو لاءِ ڪتان ٻارنهن ماسي؟

●●

جنهن وقت ڪُتن ڀؤنڪار اچي، تون سمجهہ تہ ڪور متو آهي،
هي ڪئن ڇنجي ڪنهن رمتي سان، ائن ساڙ ڪتن کي ڇو آهي؟

●●

هرڻي نہ وري ڪا ورڻي آ، تون واٽهڙي ڀل وهندِي رَهہ،
تو وارياسي ۾ سج ٻڏي تون، دور ريت ۾ کهندِي رَهہ.

●●

تيز هوا ۾ هوڙها، تن تِي، ڪيڏيون روهاڪيون،
مڙس سهاري جَڏي مهاڻيءَ، هٿ ۾ ويساڪيون.

●●

● ساندارو ڏئي، نيٺ تہ، ڪنڌيءَ تي، آهين تون پهتو
● هُيو نہ تنهنجيءَ اوليءَ، اولو هھڙو هاليسو!

●●

پاڻي هيل تہ گهتجي ويو آ، ساريال سارِين،
● ڪاري ڇاڻ ۾ ڳاڙها چانور، اڙد دال سارِين.

●●

زوران زور اچي تي ڪامهہ، ٽَڪرن ٽيون ٽاريون،
ڇڻ آهن مجذوب، اٽِن ٽيون، ڪٿِن نہ نِمي ساريون.

●●

ٽا طوطا وَل تي ٽيون ٽيون ڪَن، تي جيسين هيٺان ڏاک پچي،
پوءِ اڏرن ٽا آکيرن ڏي، تو ڏاڍو سانوڻ مينهن اچي.

●●

هو ڪانوَ صنوبر جي وڻ تي، چو ڪان ڪان ڪن ٽا سانجهيءَ جو،
مهمان تہ ڪو اچڻو ناهي اڄ، هن سانجهيءَ ميرانجهيءَ جو.

●●

● باک ڦٽي آ، سج شڪاريءَ جئن ڪُڏٽي تي آيو آ،
ڪرڻن جا پنجوڙ اَڏي، هُن سيني ڪي ڦاسايو آ.

●●

هيءَ ٽپهري مٽ وانگر آ، ننڊ تہ آٽي تي!
آرهڙ ۾ آڪاس- بنتي، جا ڪرڻا ڇاٽي تي؟

●●

---

● ساندارو ڏيڻ: درياهہ پار ڪرڻ.
● اولي ۾ هاليسو: وَنجهہ جا قسم.
● اڙد دال: دال جو قسم
● نوٽ:- ڪڏٽيَ جو شڪار گهٽو ڪري صبح جو ٿيندو آهي. ماڻهو ڪچن ۾ بندوقون ڪٽي ڪندين تي ڪڏٽا ناهي ويهندا آهن ۽ پنجوڙ اڏيندا آهن. جيڪي جانور پنجور ۾ ڦاسندا آهن تہ انهن کي پڪڙي وٺندا آهن.

آءُ ۾ دور ڪنوڻ چمڪي ٿي، هي ڪيڙيءَ ۾ اوڏَ،
سمنڊ جيان ٿو منڊ لڳي، ۽ ماڻهو پرتي ڪوڏَ.

●●

● هاڻي خواب خيال جيان آ، پنجهٽ، سکر جيل،
اڄ جڻ اون رهي ڪا ناهي، ڪهڙو پوتا ميل؟

●●

اڄ پيريءَ ۾ ياد اچن ٿا، شاهي باغ، ٽرنجَ،
ڪيڏي عمر وئي آ گذري، ڏينهن ٿيا مَس پنج!

●●

ڪالهه حسن ابدال مان ويندي، ڪاڏا آنءُ لڪاٽ،
هاڻي ڪيئن چوان سوَ سچ هو؟ جوئي ساري جاٽ.

●●

مون کي ياد اچي پيئي، اڄ نند ڪوٽ ۾ شامَ،
مومل سان گڏ سومل آئي، ڪيئن نہ منهنجي دامَ!

●●

ڪالهه جواني ڪيئن، گذاري هُئي بنوري ۾،
ڪڏهن تہ ڪنهن سان من ريجهي، ويو پنهنجو موري ۾.

●●

اڄ بہ مون کي ياد اچي ٿي، نتي نگر جي رات،
چنڊ دريءَ مان ڪالهه ٻڌي ٿنهنجي منهنجي بات.

●●

ڪالهه ڏنوسين مڙس، قلندر مُگر پيرءَ درگاهہ،
گليءَ لڳل ها ڪپڙا تنهن جا، آسمان تي آهہَ.

●●

---

ء:- سال اٺويهہ سؤ پنجهٽ، جڏهن مصنف سکر جيل ۾ هو.

هَلي سجاول کان ڪلهہ پيڙي، ساندارو ڏيئي،
اوءِ رباني! مون کي پَٽيءَ، ياد اچي پيئي.

●●

کهڙا کهڙا ڏؤر گذاريا، هو مڏ ماتا يارَ!
ڪَيئن گهڙيءَ ۾ غائب ٿي ويا، هائي کَهڙي پارَ!

●●

● اوءِ جواني! ياد اچي ٿي، اجا مِلايا رات،
ڪيڏا شعر پڙهيم مڏ ماتا، جيسين ٿي پريات.

●●

ناڻ وڃي ٿو وسري، جيڪر ياد ڪيان آئون،
ڪالهہ ٻَڌايون ڪنهن، سونهريءَ ڪينجهر جون لائون؟

●●

ڪالهہ وڏيري کان آئي، مون ڏي ڪينجهَر ڪوٺَ،
ڏِٺا آنءُ تِئين نوريءَ لئہ، ٻيئي گندرن ڳوٺ.

●●

ڪالهہ گندڻ سان گندري، وئي ٿي ڪينجهر جي پرَتي،
تَڪَ ڪنان هوءَ ڪنڌي، ويئي، پنڌ هُيو پرَتي.

●●

گهڙا چيلهہ تي گندريون، نڪتيون، وَيون ڪري ٽولو،
هرڪا ڪئن نہ ڍڪي ٿي، پنهنجي چنري ۾ چولو!

●●

ياد اجان آهي ٽڪريءَ تي، شام چِلايا جي،
ڳالهہ وڃي ٿي وسري، ٻي ڪا ڳالهہ هئي چا جِي؟

●●

---

● مِلايا، ڪينجهر کان ڪجهہ پنڌ تي ڳوٺ.

سَن ۾ رات، ڳنوارن ڳالھيون، سياست باري ۾،
ڪنهن به نه ٿي چاتو هُو، آهي ڪهڙي چاري ۾.

••

دور پهاڙيءَ تي هُو پوڙهو، پنجوءَ جهڙو ڪير؟
ٽيڪي لٺ هلي ٿو اڳتي، ڪلهن جئن مُڙس مٿير.

••

• ڪلٽو پٽ چراخو ماري، آيو ڏانگريون،
آنءُ چيو اي ڪلٽا آخر، ڪيسين ڪلنديون تون؟

••

آنءُ، رباني ڪيٽي بندر، شام سمندر تي،
دل اڄ ڪيڏو ياد ڪري ٿي، رشيد پٽيءَ کي!

••

شيخ مجيب سان ڳالهيون، سيد، چا چا آيو ياد!
ڪيڏا ماٺهو آنءُ ڏٺا، جي وقت ڪيا برباد؟

---

• ڪلٽو پٽ چراخو: هڪ ميربحر، جو مصنف سان گاري چاڙ ڪان ڪيٽي بندر ڏانهن ويندي پيڙي ۾ گڏ هو.

• ڏانگر: مڇيءَ جو قسم.



شاعري ابتدا آهي،
نثر انتها آهي،
بشرطيڪ نثر پنيان شاعريءَ وارو جذبو
ڪار فرما هجي!

●●

آءُ ڪَتيون ڪنمال ڪَري پاءِ!
هو چنڊ تنهنجي دستار ۾ هيرو آهي
آسمان تنهنجو تخت طائوس آهي..
شاعر! تون ڪنهن به شهنشاهه کان گهٽ نه آهين.

●●

تون ننڊ ۾ ڪجهه چوين ٿو، مان جاڳي پوان ٿو
ته جيئن اُهو لکان،
ڪجهه ياد اچي ٿو، ڪجهه وسري ٿو وڃي.

●●

”جبريل تِرنم چمڪا،“
جوش مليح آباديءَ جو هڪ استعارو آهي.
نقاد اِن کي لفاظي ٿا سمجهن،
مون کي ته اُهو حقيقت ٿو لڳي.

●●

تون مرگهيءَ ۾ ڦٿڪي رهيو آهين،
تولاءِ هٿ جو ٻُجو بي اثر آهي.
توکي پير جو ٻجو ڏيڻ گهرجي.
پادر سُنگهائڻ کانسواءِ تنهنجي مرض ۾ افاقو نه ٿيندو!

●●

تون جو سچ کي ٻُجي ڏيڻ جو عادي آهين،
تون تہ چاهين ٿو مان توکي گار نہ
تہ گهٽ ۾ گهٽ ٻُجو ضرور ڏيان!
ڇا تون ايتريءَ اهميت جو اهل آهين؟

●●

ڇا ڏات بہ ذات آهي؟
ڇا شاعري فقط سيد ڪري سگهن ٿا؟

●●

اي وڏن وارن واري! ڪاش تنهنجا وار
منهنجيءَ چمار ڪان وڏا ٿين ۽
منهنجي پوئين دم تائين ٿُنهنجا دامر وڇايل رهن!

●●

غزل جهڙي ترنم ريز ڇوڪري!
مان تنهنجو مطلع آهيان،
تون منهنجو مقطع آهين؟

●●

منهنجو توسان ايترو پيار آهي،
جو مان توکي ستارن جيتري نهنڊ بہ ڏيڻ نٿو چاهيان.

●●

منهنجون اکيون چشمي وانگر تنهنجو آئينو آهن،
تون ڇا انهن ۾ چنڊ جي پاڇي وانگر آهين!

●●

تون سهڻيءَ وانگر گهاٽ تان گهِڙي رهي هُئينءَ
مون توکي ٻوڙي مارڻ نہ چاهيو
۽ توکي گهڙي سوڊو موتائي ڇڏيو.

●●

هيءَ ساري ڪائنات مون کي
ٿُنهنجي اکين وانگر گهوري رهي آهي.

●●

ڇا تون چاٽين ٿي تہ تون منهنجي در تي
پنهنجون ٻہ اکيون ڇڏي وئي آهين.

●●

تون گهٽائون ٿي نہ اُيرا
مان توکي ڪنهن غلط فهميءَ ۾ وڃڙائڻ نٿو چاهيان.

●●

”ڪٿي آهين؟“ ”ڪٿي آهين“ ”ڪٿي آهين؟“
ناريل تي ڪويل ڪوڪي رهي آهي-

●●

چنڊ ڀاڪُر نہ پائيندو آهي،
مٿي تي چُمي ڏيندو آهي.

●●

مون کي تہ وڃڻو هو.
مان موت کي ڏڪي، تنهنجي ملاقات لاءِ تَرسي پس.
تون ڪيڏانهن هلي وئينءَ.

●●

عمر جي ٻيڙي گهاٽ تي اچي پهتي آهي.
هاڻي رات ٿي وئي آهي. تون ٻاک ڪان پوءِ اچجانءِ!
ٻي پور ۾ مان تولاءِ پوري ٻيڙي رکندس!

●●

مسافر سان ياري رکڻ ٿي چاهين؟ ترس،
جيستائين هُن جو سفر پورو ٿئي!

●●

اي عورت! تون يسوع کي ڏسي رهي آهين!
يا بي بي مريم تيءَ يا ميري ماجدلين تيءَ!
هي تہ مصلوب آهي،
هي تنهنجو مطلوب ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟
●●
مُهاتما! تون نوريءَ جو سڳ ڇا وٺندين؟
نوري تہ تماچي تڙ ڏٺيءَ جي آهي.
●●
تون تہ پَڻ- ڪڙي، پيهي تي بيهي ڪائناتي هلائي،
پر هُو ڇيهو پٽ تي ڦٽڪي رهيو آهي،
اِهو بہ تہ ڏس!
●●
نہ فقط عشق انڌو آهي پر
منهنجي معاملي ۾ تہ نپٽ انڌو نڪتو آهي.
●●
سوَ ڇوٿون ڪائي،
مان پيهر تِر تان ڳسي ٿو وڃان!
●●
"نصيب در تي بيٺو آهي"
چئينس تہ ڪجهہ وقت رکي اچي،
مان لکي رهيو آهيان.
●●
تقدير کي لتاڙي رهيو آهين!
"پلئہ ٿو ڪيانس".
●●

”يا رب! مون کي هر آفت کان امان ڏي،
خاص ڪري دولت ۽ اقتدار کان!“

●●

ايڏا انبار! توکي تہ خالي هٿين وڃڻو آهي!

●●

جي خدا تنهنجو ساٿي آهي،
تہ توکي ٻي ڪهڙي ساٿيءَ جي ضرورت آهي؟

●●

ٻيٽ آيت سان پنجو آزمايو آهي.
ڏس، ڪجهہ ڏوڏا ٽڙڪي رهيا آهن!

●●

هر ماڻهوءَ کي ڀاءُ سمجهہ!
ساري سنسار سان رشتو پيدا ڪر.
ماڻهو تہ ڇا هر وڻ جي ٽڙ کي ڀاڪر پاءِ
اُن جون ٽاريون ڳلي لاءِ، اهو بہ تنهنجو ڀاءُ آهي.

●●

مٽيءَ جي عزت ڪر!
مٽي ابدي ماءُ آهي، آخر انهيءَ جي گود توکي ڪم ايندي.

●●

ٻاڙي کان وَڻءُ نہ وڃ.
ٻاڙو ابو امڙ آهي. ٻاڙي کان پنڌ شروع ڪر،
سنسار جي توڙ تائين پُڄ!

●●

هڪ دشمن تنهنجو اندر ۾ بہ آهي،
اُن سان ويڙهہ جاري رک!
تنهنجا ٻيا دشمن تہ خدا ماري ڇڏيندو،
اُن کي فقط تون ماري ٿو سگهين!

آزمائي کي آزماءِ،
جيستائين هُن جي منهن ۾ چاڻِي پَوي!

••

سک- شاونزم، شنٽو شاونزم سان پيتي سگهجي ٿي، ڇو ته جيئن شنٽو مذهب وارا چون ٿا ته اهو مذهب جپان ۾ پيدا ٿيو آهي ۽ ٻڌ مت ٻاهران آئي آهي، ايئن سک ڌرم وارا چون ٿا ته سک ڌرم ديس پنجاب ۾ پيدا ٿيو آهي ۽ ٻيا ڌرم ٻاهران آيا آهن.

••

مون هن کي چيو ته:
ڪوڙا، مهڙا تهڙا، ٻتاڪي، آڪڙ باز ۽ خوش پڌٽا انسان ازل کان ٿيا آهن، جي سڪٽو هَٿ تانءِ ترڙائيءَ ڪري پاڻ ۾ نه ماپندا آهن. اهي پهرين ٻي جي منهنداري ۽ مُڪيٽو ختم ڪندا آهن، پوءِ پاڻ پنهنجي ستيا ناسيءَ جو ڪارڻ بڻبا آهن.
(صفحو ٢٥٥ پيگوان ٻڌ)

••

• تون مارا جي ٻنڌن ۾ نه آهين،
مارا تنهنجي ٻنڌن ۾ آهي.
تون جڏهن چاهين ته اُن کي آزاد ڪري ٿو سگهين!

••

مان جو زندگيءَ ۾ سڀ کان جدا هوس،
موت ۾ ڪنهن کان جدا نه آهيان.

••

جنرل ضياءُ الحق مون کي مدو پورو ڪرڻ ڏنو،
ڇا موت ائين ٻہ نہ ڪندو؟
موت ايترو بي مروت ڪتي آهي.
●●
غلط اسٽيشن تي پئي لٿين.
ڇڳو جو گاڏيءَ ۾ ويٺو رهين.
پرواهہ نہ آهي جي تنهنجو ڪوئي همسفر نہ آهي.
تُنهنجي منزل اڃا نہ آئي آهي.
●●
موّت گارڊ وانگر اُن کي جهنڊي ڏيکاريندو،
جيستائين ريل نہ بيهي،
تيستائين اُن مان نہ لهجانءِ.
●●
جيئن ٻلو ڪبوتر کي اوندهہ ۾ تاڙي ونندو آهي،
ائين موت کي تنهنجي ڳولا لاءِ،
بتيءَ جي ضرورت نہ آهي.
●●
تقدير جون اکيون اوندهہ ۾ ڏسنديون آهن.
اُن کي ٽارچ نہ هوندي آهي.
●●
مان ڏسان ٿو تہ هُن بندوق ٻيري آهي ۽
هن جي اکين ۾ ڇتي ڪتي جي ديوانگي آهي.
هي ڪنهن تي بندوق اُڀي ڪري رهيو آهي.
وڏيڪ نظر نہ ٿو اچي،
سڀ ڏنڊ ۾ ڇُپي ٿو وڃي
ڇا گرهوڙيءَ کان گرجيف تائين
ان تي ڪوئي روشني وجهي ٿو.

ڇا تو ۾ ٻوڏي ستوا جيتري بہ اِسترتا نہ آهي؟
روڳي سرير ڇا اِهي چار لوڏا سَهي نہ ويندين
۽ نئون نِرويو تي نہ نڪرندين!
متان موت کان ڊڄين! موت تہ سنسو آهي.
ڏس اسپتال جي دريءَ مان،
هو چنڊ توتي ڪلي رهيو آهي.
●●
تنهنجو ترشول تيڙن تائين پهتو آهي.
ساراڳرو گوڏا ڪوڙي توکي ڏنڊوت ڪري رهيا آهن.
●●
ڇا تون مهارشي رمنا سان اڃا نہ مليو آهين؟
منهنجي ڪَويتا ٻيهر پڙهي ڏس!
●●
”جان جو پيهي پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،“
ڀٽائيءَ جي عظيم ترين سِٽ آهي.
●●
مون علامہ اقبال جي هيٺين شعر کان بهتر شعر
سڄي زندگيءَ نہ پڙهيو آهي:
يہ مال و دولت دنيا بہ رشتہ و پيوند
بتانِ وهم وگمان، لا اِلہَ اِلا الله.
●●
لينن بہ استالن وانگر خوني هو.
ٻنهي ۾ فرق اهو هو تہ،
استالن پنهنجا ڪيل خون لڪائيندو هو،
۽ لينن ظاهر ظهور ڪندو هو.
●●

ڪمال اتاترڪ جو فرمان هو تہ: ”جنهن کي ڏاڙهي
ڏسو، اُن جي گردن ڏاڙهيءَ سوڌي ڪپي ڇڏيو.“
مون قسطنطنيہ کان قونيہ تائين سفر ۾ ڪنهن کي
ڏاڙهي نہ ڏٺي.
اي رجنيش! چڱو جو تون ترڪيءَ ۾ پيدا نہ ٿيو هئين!

••

حيرت آهي تہ هيل سنڌ ۾ ڪُتا هڏا بہ چٻاڙي رهيا آهن
۽ هڪ ٻئي تي ٻاهوڙي بہ رهيا آهن.

••

ڪتا ڪنهن تي ٿو ڀؤنڪين؟
ڪو واڻهڙو بہ نظر نٿو اچي!
شايد اهو ٿو ڏيکارين تہ اجا تائين تون چوڪيدار آهين.

••

مان ڪُتي کي ڀؤنڪڻ ۽ گڏهہ کي هينگ ڪرڻ کان
ڪيئن ٿو روڪي سگهان!
اهو تہ هنن جو جمهوري حق آهي.

••

تضاد جي عدم موجودگي خبط- الدماغيءَ جي نشاني آهي.

••

اقتدار جي ڪوهيڙي ۾دوست دشمن جي سڃاڻ ڏاڍي مشڪل آهي.

••

هي اُردوءَ ۽ هندي جو جهيڙو هو،
ڪفر ۽ اسلام جو جهيڙو هو،
يا پاڪستان هندستان جو جهيڙو هو،
يا اهو تنهنجي دست ستم ڪيش جو معاملو هو
جنهن کي نمستي کان عار هئو.
توکي اچي تہ ڪجهہ ڪونہ ٿو،
وزير ڇو نہ ٿو ٿئين؟

ارسطو ڪهڙي جيل ۾ ويو هو؟
هن انسانن کي ٻئي ڪنهن به
مفڪر کان وڌيڪ سياسي فڪر ڏنو هو؟

●●

تنهنجي دانش ۾ وزن ضرور آهي،
دانشور!

●●

ميان! حسد کي پيليون اکيون ٿينديون آهن.
اهو روح جو ڪامڻ ٿيندو آهي.

●●

مون ٻڌو توکي ڪاروِ ڪامڻ ٿي پيو آهي.
ڇا تنهنجو روح تنهنجي ڇهري مان بکڻ ٿو چاهي؟

●●

شل نه ترڙي ڪکڙ جي ڪڙهه پيچي پئي.
آئي وئي کي پيو ٺونگا هڻندو.

●●

مون کي ڪمان وانگر ايترو نه موڙ ته ٽٽي نه پوان!

●●

موت سان مذاق نه ڪندو ڪر!
موت تقدير جو حصو آهي.

●●

زال جي لاءِ "ٻانهن" لفظ ڪيڏو نه پيارو آهي!
مان نٿو ڀانيان ته دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ ۾
اهڙو پيارو لفظ آهي!

●●

ميان! پلاسٽڪ جي ٻَنيهيءَ ۾،
عقل هوڙ ٿيندي آهي ڇا؟

# ﭘﻠﻨﺎﻣﻮ

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 7 | 19 | پڪو | پڪو پهه |
| 9 | 5 | نامہ | نامئہ عمر |
| 14 | 3 | اقتدار | اقدار |
| 14 | 25 | اقتدار | آقدار |
| 15 | 25 | شاعرءِ | شاعر |
| 35 | 1 | آهي | ناهي |
| 38 | 7 | آ | آهي |
| 44 | 12 | اوچتو | اوچو |
| 49 | 8 | سنجهي | سانجهي |
| 51 | 11 | سلامتي | غلامي |
| 63 | 9 | پيئي | پئي |
| 69 | 6 | سامي | ساسيءَ |
| 69 | 7 | ڍؤنگ | ڍونگ |
| 72 | 13 | جون | جا |
| 73 | 9 | ٻڌائين | ٻڌائن |
| 81 | 11 | سرهو | سِيرهو |
| 81 | 12 | پنهنجوڙ | پنجوڙ |
| 82 | 8 | ڪانري | ڏيکاري |
| 82 | 6 | هوانو | هانءُ |
| 83 | 10 | هُونٿ | هَن |
| 84 | 9 | پنهن جي | پنهن جو |
| 84 | 11 | تو | تي |
| 87 | 2 | انهيءَ | انهيءَ جي |
| 87 | 15 | ڏيون | ڏيو |
| 88 | 3 | ڪيو | ڪيان |
| 88 | 16 | ڏڪ | ڍِڪ |
| 89 | 10 | ٻڙي | ٻوڙي |
| 91 | 1 | پتر | يتر |
| 92 | 7 | ڍوڍي | ڍِڍي |
| 93 | 3 | ڪونا | ڪونہ |
| 98 | 8 | گهروي | گهوري |
| 100 | 2 | گونجهن | گونجن |
| 100 | 10 | ٺٺو | ٺو ٺو |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 106 | 2 | ۾ | جيئن |
| 106 | 11 | رسامو | اٿ رسامو |
| 112 | 16 | ڪتار | ڪاتار |
| 119 | 10 | آزاد | آهہ زادِ |
| 124 | 8 | ڦتي | ڦتي ٿي |
| 126 | 14 | آهہ | آهي |
| 127 | 8 | پري تو | پري توُ ڳهري |
| 128 | 9 | تڏهين | تڏين |
| 129 | 11 | گهوگهي | گهوگهو |
| 131 | 16 | رڪون | ريڪون |
| 132 | 9 | ڪانگ تڙ | ڪانگ تڙي |
| 134 | 2 | ڪو | ڪوئي |
| 134 | 4 | رائن | ڪا |
| 134 | 12 | اِسڙ | استر |
| 134 | 17 | اِسڙ | اسِتر |
| 138 | 1 | هريان | هريانا |
| 141 | 12 | ڪَلبي | ڪَليري |
| 144 | 2 | اڳت | اڳتَ |
| 144 | 4 | هڙي | جهڙي |
| 144 | 4 | ڏئيَ | ڏئي |
| 144 | 7 | وئي | ويئي |
| 147 | 12 | مٿ | مٿ |
| 150 | 11 | تخت | بختَ |
| 154 | 12 | ٺ | ڏڪڻ |
| 154 | 12 | ڪتي | ڪَتي |
| 160 | 14 | ٻڌي | ٻڌي ٿي |
| 161 | 9 | آئي | آئي، جو |
| 161 | 12 | ڪنڌي | ڪنڌيءَ |

**نوٽ:**

مهرباني ڪري پڙهندڙ پلنامي ۾ ڄاڻايل غلطين کي درست ڪري پڙهندا.

• مان انساني برابريءَ جي بلڪل خلاف نہ آهيان ۽ استحصال جي خلاف جيتري نفرت مون کي آهي اوتري ورلي ڪنهن اديب کي هوندي.

• معاشي انصاف هر ڪنهن جو حق آهي، اهو ئي هڪ فلاحي مملڪت جو نصب العين آهي. انساني اقدار، سچ، محبت، ديانت داريءَ، عزتِ نفسي، دوستي وفا وغيره مستقل آهن. مستقل اقدار مون کي پيارا آهن جي سياست جي نالي ۾ انقلاب آڻو هجي تہ اديب سدو سياست ۾ اچي ۽ ادب ۽ آرٽ کي عارضي واقعن ۾ نہ وچڙائي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٿي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چاليءَ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)